قَدْ فَصَّلْنَا الْآيَاتِ لِقَوْمٍ يَفْقَهُونَ (انعام:٩٩)

بيشڪ اسان (قرآن جي) آيتن کي اهڙي قوم وارن لاءِ
کولي تفصيل سان آندو آهي جيڪي سمجهن (۽ پروڙن)

سيريز شمارو نمبر٣

عزيزالله بوهيو

## قرآن سمجهڻ لاءِ قرآن جو ڏس

وڪذالڪ نصرف الآيات وليقولوا درست ولنبينه لقوم يعلمون ٦/١٠٦
يعني اسان قرآن حڪيم جي آيتن کي اهڙي نموني ورائي ورائي، ڦيرائي ڦيرائي آڻيون ٿا جو پڙهندڙ ۽ پڙهندڙ بي اختيار چئي ڏين ته درست يعنيٰ معنيٰ مفهوم بلڪل صاف ٿي ويو، اڇو اجرو ٿي ويو، چٽو پڌرو ٿي ويو، قرآن حڪيم، قرآن سمجهڻ لاءِ تصريف آيات کي ئي صرف ۽ صرف ذريعو ڪري ڏنو آهي ۽ اهو اهڙن ماڻهن لاءِ آهي جن کي قرآن قوم يعلمون سڏي ٿو يعني ڄاڻ رکڻ وارا ماڻهو ۽ اهڙن ڄاڻ وارن ماڻهن کي به حڪم آهي ته قرآن حڪيم جي الفاظن ۽ آيتن ۾ غور ڪيو، فڪر ڪيو، تدبر ڪيو، سوچ ويچار ڪيو، قرآن حڪيم پنهنجي فن تصريف آيات جي سمجهاڻي ڏني آهي ته ان جو طريقي ڪار ۽ مثال به ائين آهي جيئن ڪنهن پوک جي فصل ۽ ديري جو ڳاهه ڳاهي به ڦرڻ اناج ڪان جدا ڪري داڻا صاف شڪل ۾ ڌار ڪجن ته انهيءَ ڳاهه ڳاهڻ جي عمل کي عربي ٻولي ۾ درس چئبو آهي، عربي ۾ درس الڪتاب معنيٰ ڪتاب کي ورائي ورائي پيرا ڏيڻ ۽ وڏي محنت سان وري وري پڙهڻ ياد ڪرڻ. اهو عمل به هڪ طرح سان ڳاهه ڳاهڻ سان مشابهت رکي ٿو، ڳالهه جو خلاصو ۽ مقصد هي نڪتو ته قرآن حڪيم جي الفاظن ۽ آيتن کي سمجهڻ لاءِ هڪ ته اهي مقصد هي نڪتو ته قرآن حڪيم جي الفاظن ۽ آيتن کي سمجهڻ لاءِ هڪ ته اهي ساڳيا لفظ قرآن ۾ ئي ڳولجن ۽ اتي واري سياق سباق سان معنيٰ وڏيڪ ڪلي سامهون ايندي اها ڳولها ڦولها ڳاهه ڳاهڻ مثل چئبي وري ان تي غور ويچار به ڪجي. هن گذارش مان هي مقصد آهي ته جيڪي ماڻهو قرآن حڪيم سمجهڻ لاءِ قرآن کي ٻين علمن ۽ ادارن جو تابع سڏين ٿا انهن وٽ اهڙو ڪوبه دليل قرآن مان ڪونهي ڪو ۽ ماڻهو چون ٿا ته قرآن اجمالي ڪتاب آهي. ان کي کولي بيان ڪرڻ ۽ سمجهائڻ وارو علم حديث جو علم آهي. جيڪڏهن اها ڳالهه قبول ڪجي ته پوءِ هن آيت کي ڪاڏي ڪجي جنهن ۾ فرمان آهي ته وڪذالڪ نفصل الآيات لقوم يتفڪرون ١٠/٢٤
يعني اسان اهڙي نموني آيتن کي کولي تفصيل سان اهل فڪر ماڻهن لاءِ بيان ڪيون ٿا.

# فقه القرآن

سيريز شمارو نمبر ٣


عزيز الله ٻوهيو



سنڌ ساگر اڪيڊمي
2002ع





ڪتاب جو نالو: فقه القرآن
ليکڪ : عزيز الله ٻوهيو، ڳوٺ خير محمد ٻوهيو وايا نوشهروفيروز.
ڇاپو : پهريون، جون 2002ع
قيمت : -/50 روپيا

# ارپنا

هيءَ ڪتاب

## مغل اعظم اڪبر بادشاهہ

جي نالي ارپيان ٿو

جنهن برصغير مان پنهنجي حڪمرانيءَ جي حدن ۾ انساني ڀائيچارو ۽ وحدت قائم ڪرڻ لاءِ ملڪ جي سڀني فرقيباز مولوين ۽ واعظين کي قيد ڪري قنڌار جي گورنر ڏي موڪلي ڏنو ۽ کيس چورايائين تہ هنن کي ايڏانهن قابوءَ ۾ رک ۽ بدلي ۾ مون ڏي ايترا گهوڙا ڏياري موڪل. گورنر صاحب سودي ۾ تہ ڪس سمجهي پر دهلي جي درٻار جو حڪم ڳرو سمجهي گهوڙا ڏياري موڪليا.

— عزيز الله ٻوهيو

## فهرست





بسم الله الرحمٰن الرحيم

## مهاڳ

دنيا جي تاريخ ۾ جيڪي بہ وڏا هاڃا ٿيا آهن انهن جو بنياد ۽ پس منظر هي ثابت ٿيو آهي تہ بدڪار، ڦورو، لٽيرن ماڻهن پنهنجي حوس ڪارين لاءِ سچ کي لڪايو آهي، حق کي لڪايو آهي، حق سچ ۾ ملاوٽ ڪئي آهي، ايتري تائين جو هو الله جي ڪتابن مان بہ نہ مڙيا آهن ۽ وحي واري تعليم ۾ بہ تحريف ڪئي آهي، ڦيرڦار ڪئي آهي، وحي واري تعليم بدران "يڪتبون الڪتاب بايديهم" يعني الله جي احڪامن قانونن بدران پنهنجا قانون ۽ احڪام جاري ڪيا اٿن، اها سڀ ڪارستاني ڦورن ۽ مذهبي پيشوائن جي ملي ڀڳت ۽ ناني ويڙهي سان ٿي آهي. قرآن پاڪ سورت توبہ جي آيت ٣١ ۾ انهيءَ ماجرا کي هن طرح بيان فرمائي ٿو تہ:

**اتخذوا احبارهم ورهبانهم اربابا من دون الله**

يعني هنن پنهنجي پيرن مولوين يعني مذهبي قيادت کي الله جي جاءِ تي، الله جي بدران رب ۽ روزي ڏيڻ وارو قرار ڏئي ڇڏيو هئو، ان ڪري اهي احبار رهبان يعني پير مولوي مشائخين جيڪي ڪجهہ چوندا هئا، انهن کي الله جو فرمان تصور ڪيو ويندو هو ۽ اهو ڦورو حڪمرانن ۽ مذهبي قيادت جو ناني ويڙهو اڄ تائين هليو پيو اچي، جن جي ملي ڀڳت اڄ تائين پئي علم تي ڌاڙا هڻي، حق سچ تي ڪرفيو لڳائي، قلم ۽ زبان تي تالا هڻائي، جن قومن جون راڄڌانيون کسجي وڃن، ڌرتيون قبضي ٿي وڃن، يا انهن جي مايا ۽ خزانا لٽجي وڃن، اها ڪا ايتري وڏي ڳالهہ ڪانهي، اهي شيون وٺ پڄان ۽ هڻ مار سان موٽي سگهنديون، پر جنهن قوم جو علم ۽ حڪمت، فڪر ۽ فلسفو کسيو ويو هجي، نظريو ۽ جياپي جا ڍنگ ڦرجي وڃن تہ اها سڀ کان وڏي ڦر آهي، سڀ کان وڏي ويڌن آهي، ڇو تہ ڪا بہ قوم ڏانوَ ۽ هنر کان سواءِ علم ۽ فڪر کانسواءِ نظريي ۽

فلسفي کان سواءِ جيايو ماڻي نہ سگهندي، جيئندي پر غلامن وانگر، ڍورن
۽ جانورن وانگر. اسلامي انقلاب دنيا مان بہ وڏيون بادشاهتون ختم
ڪيون جن جي پيڙا ۾ ماڻهو ائين پيڙجي رهيا هئا جيئن جنڊ جي ڀڻ پڙن
وچ ۾ ان جا داڻا پيسبا آهن، انهن ۾ بادشاهتن روم ۽ فارس جي باقيات،
جيڪي انهن جي اقتدار جا مراعات يافتہ هئا، يا ڦرمار ۾ ڀاڱي پائيوار
هئا، انهن اسلامي انقلاب جو ڳوڙهي نموني اُپياس ڪيو، ۽ مسلمانن جي
رهنما فڪر ۽ فلسفي واري ڪتاب قرآن حڪيم تي ريسرچ جون ايڪسري
مشينون لڳايون ۽ الٽراسائونڊ ڪيو. انهن جي علمي ڪئميرائن ۽
خوردبينن انهن کي قرآن حڪيم ۾ ظالمن ۽ ڦورن لاءِ وڏا ائٽم بم ۽
هائڊروجن بم ڏيکاريا، (جملو معترضو) گذريل ٿوري وقت ۾ منهنجي ٻن
ٽن ڪتابن ۾ فقہ القرآن جي نموني قرآن جو فرمان ۽ آيات بينات ۽ احبار
رهبان جي فنڪارين يڪتبون الڪتاب بايديهم واري علم حديث جي
قرآن دشمني، جڏهن مون قرآن مهجور ۾ ثابت ڪئي تہ سنڌ جي هڪ وڏي
مذهبي درسگاهہ جي وڏي عالم منهنجي ڪتابن تي تبصرو ڪندي فرمايو
تہ عزيزالله پنهنجي موقف جي ثبوت لاءِ قرآن حڪيم جي آيتن جا ۽ ننڍا
ننڍا ٽڪر ڪم آڻي ٿو، پوريون سالم آيتون نٿو لکي، نٿو پيش ڪري،
آئون ان مولوي صاحب جي خدمت ۾ ڇا عرض ڪيان سواءِ هن جي تہ
مهرباني فرمائي قرآن حڪيم پڙهڻ ۽ سمجهڻ لاءِ هو ڪجهہ وقت ڪڍن ۽
غور فڪر سان سمجهڻ جي نيت سان پڙهن، ڪنهن فوتيءَ جي روح کي
ايصال ثواب جي نيت سان ختمي بخشڻ واري طريقي سان نہ پڙهجي ڇو تہ
آئون جڏهن ختمي جي نيت سان پڙهندو هئس، ان مهل قرآن جون حقيقتون
ذهن تي اچڻ بدران هي خيال ايندا هئا تہ ختمي پڙهائڻ وارو ماني ڪهڙي
قسم جي کارائيندو يا هي خيال ايندو هو تہ رقم نذرانو گهڻو ڏيندو الائي
ٿورو ڏيندو، الائي ڪيترو وغيره وغيره. تہ اهڙن عالمن مذهبي اڳواڻن جي
خدمت ۾ ادب سان عرض آهي تہ قرآن الله جو ڪلام آهي، هن جي
جامعيت ۽ معنوي ڪماليت جو ڪهڙو بيان ڪجي! هن جو هڪ هڪ جملو
ايتري تہ معنيٰ مفهوم ٻڌائي ٿو جو ان تي علم جا درياءَ وهائي ڇڏجن
تڏهن بہ قرآني اشارن جو تفسير پورو نہ ٿو ٿئي. آئون هت اهو سڀ ڪجهہ



لکي ٻڌائي تہ نہ سگهندس پر تڏهن بہ عالمن سڳورن کي ياد ڏيارڻ خاطر
ڪجهہ عرض آهي تہ اقتصاديات جي باب ۾ ڪميونزم ۽ سوشلزم جي
حوالي سان ڪيئي سوال آهن تہ معاشي معاملي ۾ ڪمائڻ واري جو
ڪيترو حق آهي جو هو ايتري اجرت پنهنجي لاءِ ڪٽي باقي پيو الله کي
موٽائي ڏئي، انهيءَ فلسفي تي ڪتابن جا وڏا انبار پريا پيا آهن، انهن
سڀني لاءِ قرآن حڪيم تمام مختصر نموني جواب ڏيئي علم جي سمنڊ
کي هڪ ڪوزي بنائي ڇڏيو تہ يسئلونڪ ماذا ينفقون يعني اي رسول توکان
سوال ڪن ٿا تہ اسانکي پنهنجي ڪمائيءَ مان ڪيترو خرچ ڪرڻو آهي تون
انهن کي ٻڌائي ڇڏ تہ ”العفو“ يعني ضرورت کان مٿي هر بچت شيءِ
اوهانجي ناهي، قرآن جي انهيءَ هڪڙي لفظ ”العفو“ معاشيات جو
سمورو فلسفو ائين بيان ڪري ڇڏيو جو جيئن ”اڪ نقطي وچ ڳل مڪدي
اي“ انهيءَ العفو تي ڪيئي سوال پڇيا ويا تہ ڪنهنجو خرچ ڪيترو ڪنهن
جو گهٽ ڪنهن جو وڌ، اهو مسئلو حل ڪيئن ٿيندو؟ قرآن جواب ۾
فرمايو تہ سواءِ للسائلين، حاجتمندن ۾ برابري جي اصول تي عمل ڪيو
ويندو وري ڪن مٿي ڦرين چيو تہ اسان سائنس جا گريجوئيٽ ۽ ايڪسپرٽ
اسان بار ايٽ لا، اسان جنرل ۽ ڪمانڊر پوءِ هي چوڪيدار، حمالي،
پٽيوالا، هر ڪاهڻ وارا اسانجي برابر ڪيئن جڏهن تہ انهن وٽ اسان جهڙو
دماغ ڪونهي، علم ڪونهي هنر ڪونهي پوءِ اهي اسانجي برابر ڪيئن؟
قرآن حڪيم فرمايو تہ:

**ليتخذبعضهم بعضا سخريا**

اهو فرق مون پاڻ ڪيو آهي تہ انهيءَ ذهني تفاوت سان ڪوئي
ڪنهن کان ڪم ڪاج وٺي سگهي. هڙئي سائنس دان ٿيندؤ تہ چوڪيداري
۽ حمالي جو ڪم ڪير ڪندو، تڏهن بہ ڪن جاگيردارن ڏاڙگهوڙا ڪئي تہ
هي زمينون تہ اسان جون موروثي جاگيرون آهن اسان ابن ڏاڏن کان هنن جا
مالڪ آهيون تہ جواب ۾ قرآن مجيد فرمايو تہ:

لله ميراث السماوات والارض يعني زمينن ۽ آسمان جو وارث الله
آهي، ٻئي ڪنهن جو بہ دخل ۽ واسطو ڪونهي.

**والارض وضعها للانام**

(زمين کي ماڻهن لاءِ جوڙيو ويو آهي.)

هنن مثالن مان مقصد آهي ته قرآن حڪيم تمام مختصر جملن ۾ لفظن سان وڏا وڏا اختلافي مسئلا حل ڪندو ٿو وڃي ته:

ان الارض يرثها عبادي الصالحون

(يعني زمين جا وارث اهي ٿيندا جيڪي زمين جي اصلاح لاءِ هر، چنجور ۽ ڪوڏر وهائيندا.)

قرآن حڪيم جا اهي ننڍا ننڍا جملا هڪ هڪ لفظ وارا جواب سرمائيدارن جابر جاگيردارن لاءِ ميزائيل ٿي ڪري، انهن ڪئپيٽلسٽن مٿان ڪڙ ڪن ٿا، قرآن حڪيم جي انهن مختصر جملن سان ڪائناتي مسئلن کي حل ڪرڻ جو شان آخري ٻن سيپارن ۾ ڏاڍو مزو ڏيندڙ آهي پر ان جو تفصيل لکڻ هن وقت هت منهنجو موضوع ناهي ان ڪري هت جملو معترضو ختم ڪجي ٿو.

اسان هي ڳالهه ڪري رهيا هئاسين ته روم ۽ فارس جي بادشاهتن جي زوال کان پوءِ انهن جي شڪست کاڌل باقيادت حضرت عمر سائين کي قتل ڪيو. سيدنا عثمان سائين کي قتل ڪيو، سيدنا علي المرتضيٰ کي قتل ڪيو ۽ پوءِ اڳتي هلي بنو عباس جي خليفن کي فارس وارن مجوسين پنهنجيون سهٽيون سهٽيون ڇوڪريون پرڻائي انهن کان ملڪي اقتدار جا وڏا وڏا پاليسي ميڪنگ وارا عهدا ورتا ۽ اقتدار جي زور سان مسلم راڄڌاني اندر هنن قرآني علمن واري نصاب تعليم کي روڪڻ، هٽائڻ جي مهم شروع ڪئي ۽ قرآن حڪيم جي فلسفي:

فضل الله القائمين علي القائدين درجه

(يعني جيڪي ماڻهو الله جي موڪليل ڪتاب قرآن جي نظام کي قائم رکڻ لاءِ هر وقت چوڪس ۽ چوبند آهن، الله انهن کي فضيلت ڏني آهي.)

انهن ماڻهن مٿان جيڪي خدائي نظام جي حفاظت ۽ نفاذ کان سست آهن پنهنجي گهرن ۾ ٿڌين ڇانون هيٺ ويٺا آهن.

هنن فارس وارن فقه گهڙي مٿين آيت جي هيءَ معنيٰ مشهور ڪئي ته ويهي نماز پڙهڻ کان بيهي نماز پڙهڻ ۾ گهڻو ثواب آهي ۽ حديثون ٺاهي مٿين آيت جي انقلابي مفهوم کي موڙ ڏيڻ لاءِ مشهور ڪيائون ته رسول



فرمايو آهي ته فتني جي زماني ۾ ٻڪرين جو ڌڻ ڏاري جبلن تي چڙهي هليا وڃو وغيره. الله تعاليٰ چڱي طرح ڄاڻي پيو ته ڦورو ماڻهو، ڦورو قومون، ظالم قومون، ٻين قومن جي حڪومت ۽ زمين کسڻ سان گڏ انهن جو علم ۽ نظريو به ڦريندا آهن، ان ڪري ته رب سائين حضور ﷺ جن کي فرمايو ته:

وان كادوا ليفتنونك عن الذي اوحينا اليك لتفتري علينا غيره واذا لاتخذوك خليلا (سورت بني اسرائيل آيت ٧٣)

يعني انهن قرآن دشمنن منصوبو ٺاهيو هو ته توکي ساز باز ذريعي قرآن کان هٽائي برغلائي هن ماجرا لاءِ تيار ڪن ته تون قرآن جي نالي سان، وحي جي نالي سان، انهن جي مرضي واريون ڳالهيون بطور قانون لاڳو ڪراءِ، ته ائين ڪرڻ سان تون اسانجو دوست ٿي وينديـن.

پڙهندڙ صاحبو! غور فرمايو ته جاگيردار ۽ سرمائيدار ڪيئن ٿا سازشون ڪن، ڪيئن ٿا انقلاب آڻڻ وارن کي چون ته پنهنجي منشور ۾ اسانجي مفادن جو ڪجهه تحفظ ڪيو ته پوءِ توهان اسانجي دوستي جي حلقي ۾ اچي ويندا جيئن اڄ ڪلهه جي حوالي سان لگيري لائف فائيو اسٽار اسٽيٽس جيم خانن ۽ مادر پدر آزاد ڪلبن جي ڪلچر جا ميمبر ٿي ويندا.

مهربان پڙهندڙو! مونکي اجازت ڏيندا، مونکي معاف ڪندا ته مٿين آيت کان اڳتي بيان ڪيل ٻه آيتون به توهانجي خدمت ۾ عرض رکان. صرف هن لاءِ ته علم تي سودي ڪرڻ واري لاءِ، حق سچ کي وڪڻڻ واري لاءِ، نظريي ۾ ترميم ڪرڻ واري لاءِ، الله ذوالجلال ڇا ٿو فرمائي. قرآن جي قل العفو واري معاشي نظريي ۾ ترميم ڪري حديثن جي نالي سان سال ۾ هڪ پيرو بچت مال مان چاليهين پتي زڪوات جي نالي سان ڏيڻ جي ڳالهه رسول سائين جي کاتي ۾ وجهڻ وارن لاءِ، هنن آيتن مان کهڙو نه انجام ٿو ظاهر ٿئي، فرمان آهي ته:

ولولا ان ثبتناك لقد كدت تركن اليهم شيئا قليلا اذا لاذقناك ضعف الحيواة و ضعف الممات ثم لاتجد لك علينا نصيرا

يعني اي نبي هيءَ ڳالهہ تہ طئي آهي تہ توکي وحي جي صداقت تي پورو يقين هجڻ ڪري اسان توکي مضبوط بنائي ڇڏيو هئو، پر هنن جون سازشون ايذيون تہ گهريون ۽ خطرناڪ آهن جو جيڪڏهن تون اسانجي حفاظت ۾ نہ هجين ها تہ وڏو امڪان هئو تہ تون بہ انهن ڏي ڪجهہ لڙي پوين ها، اها ڳالهہ ٿيڻي تہ ڪانہ هئي پر جي ٿي بہ پوي ها تہ اسان بہ گهٽ ڪرڻ وارا ڪونہ هئاسون ۽ توکي هن زندگيءَ ۾ ۽ آخرت واري زندگي ۾ بہ ٻيڻ تي عذاب چکايون ها. اهڙي نموني جو ڪوبہ ڇڏائڻ وارو بہ نہ لهي سگهين ها.

پڙهندڙ صاحبان غور فرمائين تہ رب سائين وحي واري علم، حق سچ واري علم ۽ نظريي ۾ ترميم تبديل ڪرڻ وارن تي ڪيڏو نہ ڏمريل آهي ۽ ٻئي طرف اسان مسلمانن ۾ هي بہ عقيدو مشهور آهي تہ حديثون بہ وحي، ٿيل آهن پر وحي خفي جڏهن تہ رب پاڪ اعلان بہ ڪري ڇڏيو آهي تہ وحي سمورو جو سمورو هن قرآن ۾ آهي، فرمان آهي تہ:

واوحي الي هـٰذا القرآن لانذر ڪم به ومن بلغ
(سورت انعام آيت ١٩)

(يعني منهنجي طرف تہ هيءَ قرآن، وحي ڪيو ويو آهي، جنهن سان اوهانکي بہ بري انجام کان ڊيڄاريان ۽ انهن کي بہ جن تائين هي ڪلام پهچي.)

هي آيت چڱي طرح ثابت ڪري ٿي تہ وحي اوترو ئي آهي جيترو هن ڪتاب قرآن ۾ آهي ۽ ان کان ٻاهر ڪوبہ علم وحي نٿو چورائي سگهي، عربي ٻولي جا ماهر هن آيت جي عبارت کي چڱي طرح سمجهي سگهندا هوندا تہ هذا القرآن سان متعين ٿي ويو. هـٰذا جو اشارو محسوس مبصر طئہ ٿيل نالي ڪنيل ڪتاب قرآن طرف آهي، جنهن جو مطلب هن کان سواءِ ٻيو نٿو ٿي سگهي تہ ڪو قرآن کانسواءِ ٻاهر ڪنهن ٻئي ڪتاب ۾ بہ وحي ٿي سگهي ٿو، هوندئن رب پاڪ ائين نہ چيو تہ:

واوحي الي هـٰذالڪتاب

بلڪ فرمايائين تہ:

واوحي الي هـٰذ القرآن



هوندئن تہ قرآن کي ڪافي هنڌن تي ڪتاب چيو ويو آهي پر رب سائين کي خبر هئي تہ اڳتي اهڙا بہ ماڻهو اچڻ وارا آهن جيڪي هي ناهہ گهڙيندا تہ هن لفظ الڪتاب ۾ الف لام اسم جنس جو آهي يا استغراق جو آهي ان ڪري انجي معنيٰ ۾ بخاري، مسلم ۽ ٻيا سڀ حديثن وارا ڪتاب اچي ويا. سو رب پاڪ الڪتاب بدران القرآن جو لفظ استعمال فرمائي، اهڙن سيني دعويدارن کي ڪوڙو قرار ڏيئي ڇڏيو، هتر ڏئي ڇڏيو. جيڪي چون ٿا تہ حديث وحي خفي آهي ۽ غير متلو آهي يعني جنهن جي تلاوت نہ ڪئي ويندي هجي پر انهيءَ پاسي ڌانهن بہ رب پاڪ آرڊر فرمائي ڇڏيو تہ:

اتل ما اوحي اليڪ من الڪتاب (سورت عنڪبوت آيت ۴۵)

(يعني اي رسول جيڪي بہ ڪجهہ تنهنجي طرف وحي ڪيو وڃي ٿو انجي تلاوت ڪندو رهہ)

چاڻڻ گهرجي تہ ما اوحي جي جملي ۾ ما جي معنيٰ ۾ عموم آهي، جنهن جي معنيٰ ٿيندي تہ جيڪي بہ تنهنجي طرف وحي ڪيو وڃي ٿو، جيترو بہ وحي ڪيو وڃي ٿو، پوءِ اهو خفي هجي يا جلي هجي، ڪهڙو بہ هجي ۽ ڪٿي بہ هجي اي رسول! تون ان جي تلاوت ڪر، تہ هن آيت ثابت ڪري ڏيکاريو تہ وحي هجي ۽ اهو غير متلو هجي، اهو ٿي نٿو سگهي، يعني جيڪو بہ وحي وارو ڪلام هوندو ان جي تلاوت جو آرڊر طئي آهي، تہ هنن وٽ فارس واري حديثن جي علم کي قرآن جي مقابلي ۾ آڻي ان لاءِ وحي خفي غير متلو ۽ مثلہ معہ يعني قرآن جهڙو ان کي ڪوٺڻ، ان جو ثبوت هنن وٽ ڪهڙو آهي؟ خدا پيو چوي تہ وحي ٿيندو ئي تلاوت وارو آهي ۽ هي پيا چون تہ نہ غير تلاوت وارو بہ ٿيندو آهي.

سورت مائده جي آيت ۴۹ ۾ رب سائين فرمايو تہ:

وان احڪم بينهم بما انزل الله ولاتتبع اهوائهم
واحذ رهم عن يفتنوڪ عن بعض ما انزل اليڪ

(يعني اي رسول تون بطور قانون جي وحي واري علم سان فيصلا ڪندو رهہ ۽ انهن (جاهلن ۽ ڄٽن) جي خواهش جي تابعداري نہ ڪجانءِ ۽ ڊڄجانءِ متان توکي دلبي سان، دوکي سان، چالبازي سان، ڦيرائي

وجن، تنهنجي طرف وحي ڪيل علم جي ڪنهن به حصي يا ذري ڪان.
پڙهندڙ صاحبان غور فرمائيندا ته رب پاڪ علم جي، قانون جي،
نظريي جي، ڪيتري نه حفاظت ڪرائي پيو. ڪيتري نه پارت پيو ڪري ۽
علم وڄائڻ ۽ نظريي تي ڪمپرومائيز ڪرڻ تي ڪيڏا نه سزا جا
سخت دڙڪا پيو ڏئي. سورت ياسين جي آيت نمبر ٦٢ ۾ رب سائين
فرمائي ٿو ته:

ولقد اضل منكم جبلا كثيرا افلم تكونوا تعقلون

خلاصو (يعني اسان توهانکي صراط مستقيم جي رهنمائي به
ڪئي سون)

تڏهن به اوهانجي بي لغاميءَ ۽ ڇڙواڳ ليڊرشپ، اوهانجي راڄن
ڪي، خلقن کي گمراهه ڪري ڇڏيو، اوهانکي اهڙي انجام کان اڳوات اطلاع
ڪرڻ باوجود اوهان عقل کان ڪم نه ورتو، سمجهه کان ڪم نه ورتو، علم
کان ڪم نه ورتو، هاڻي انهيءَ بي مهار زندگي جو نتيجو اهو جهنم اٿوَ
پيا لوڙيو!

## فقه القرآن ڇو؟

فقه جي معنيٰ ڪنهن شيءِ کي سمجهڻ ۽ پروڙڻ آهي ۽ ڪنهن به
شيءِ جي ڄاڻ حاصل ڪرڻ، سمجهه حاصل ڪرڻ، ڪنهن کي پروڙڻ
پرجهڻ لاءِ علم ۽ عقل تمام ضروري شيون آهن. بغير علم ۽ عقل جي
ڪنهن به شيءِ کي سمجهڻ، اهڙو جو سمجهه جو حق ادا ٿي وڃي، اهو
محال آهي ناممڪن آهي. انهيءَ ڪري ته رسول سائينءَ جن پنهنجي لاءِ
دعا گهري آهي ته رب زدني علماء (طه ١١٤) ۽ سورت يونس جي آيت
٤٢ ۽ ٤٣ ۾ آهي ته جو شخص پنهنجي عقل فهم ۽ بصيرت کان ڪم نه
وٺندو ته انکي رسول جي تبليغ به ڪوئي فائدو نه ڏئي سگهندي. هن
گذارش ڪرڻ مان مقصد هي آهي ته هڪ فقه آهي اصطلاحي جيڪو
مسلم امت ۾ هن طرح مشهور آهي ته شرعي مسئلا ڪنهن خاص امام
جي سوچ جي پيداوار ۽ تخريج طور مشهور ۽ انڏي منسوب هوندا آهن،
پوءِ جيڪي ماڻهو فقه وارن امامن مان ڪنهن به امام جا پيروڪار ٿيندا



آهن ته پوءِ انهن تي لازم هوندو آهي ته هو پنهنجي امام جي پنيان ان جي
تحقيق تي اکيون ٻوٽي ويساهه ڪن ۽ پنهنجو ڪوبه علم عقل حجت حيلو
ان جي مقابلي ۾ پيش نه ڪن، ان عمل کي تقليد سڏيو ويندو آهي ۽ اهڙي
عمل ڪندڙ کي مقلد چيو ويندو آهي. عربي لغت ۾ تقليد ۽ مقلد لفظن جو
اصل مادو آهي ق ل د ۽ قلادي جي معنيٰ آهي اهو رسو يا زنجير جيڪا
ڪنهن ڍور يا جانور کي ڳچيءَ ۾ ٻڌي ويندي آهي ۽ هتي رسي ٻڌل ڍور
کان ڪنهن امام جي مقلد جي حيثيت وڌيڪ بچڙي آهي، ڇو ته رسي ۾
ٻڌل حيوان جو صرف بدن ۽ جسم ٻڌل هوندو آهي، ذهن آزاد هوندو آهي.
ان جي ڀيٽ ۾ ڪنهن به امام واري مقلد جو جسم ته امام صاحب جي
فقهي احڪامن ۾ جڪڙيل هوندو آهي پر ڳنڍوڳنڍ ذهن، عقل ۽ شعور به ٻڌل
۽ جڪڙيل هوندو آهي، ڇو ته هي طئي آهي ته ڪوبه مقلد، تقليد ڪرڻ کان
پوءِ پنهنجي مسلڪ واري امام جي لائين خلاف سوچي به نٿو سگهي.
جيڪڏهن سوچيندو ته اهو مقلد نه سڏبو، مدعيٰ کي مختصر ڪجي ته
قرآن حڪيم جنهن شيءِ کي فقه سڏي ٿو ۽ جنهن تفقه جي دعوت ڏئي
ٿو اهو علم شعور، عقل فهم، غور، ۽ تدبر تي مبني آهي ويچار ۽ پروڙ تي
مبني آهي تحقيق ۽ کوجنا ڪرڻ جو سڏ آهي، قرآن واري فقه ۾ اپيل آهي
ته پنهنجو دماغ ۽ فهم استعمال ڪيو، قرآن حڪيم ۾ ڪنهن کي ذهني
طور سوچ ويچار ڪرڻ تي بندش وجهي، ان کي محڪوم بنائڻ جي بندش
آهي، اجازت ناهي، قرآن غلاميءَ جي خلاف آزادي ڏياريندڙ ۽ آزاديون
بچائڻ وارو ڪتاب آهي. پڙهي ڏسندا سورت آل عمران جي آيت نمبر ٧٩:

ماكان لبشران يؤتيه الله الكتاب والحكم والنبوت ثم
يقول للناس كونوا عبادالي من دون الله

(يعني ڪنهن ماڻهوءَ کي هي حق ناهي ته جيڪڏهن ان کي ڪو
ڪتاب يا حڪومت يا نبوت ڏني وڃي ته هو پوءِ خلق خدا کي چوي ته
توهان (اڳتي لاءِ) منهنجا ٻانها بنجي وڃو

الله جي احڪامن جي مقابلي ۾ ۽ ڀيٽ ۾، يعني هاڻي اڳتي لاءِ خدا
جي حڪمن مڃڻ بدران منهنجا تابعدار ٿي وڃو. جيئن اڄڪلهه رواج هلي
پيو صدين کان وٺي ته مسلمان پنهنجا ديني احڪام ۽ مسئلا الله جي
ڪتاب قرآن بدران امامن جي قولن ۽ مسلڪن کان پيا پڇي انهن تي هلن ۽

ان کي هو تقليد تا ڪوئين، قرآن علم عقل ۽ بصيرت جي اهميت بيان ڪندي فرمائي ٿو ته:

**والذين اذا ذكروا بايات ربهم لم يخروا عليها صما وعميانا**
(سورت فرقان آيت ٧٣)

(يعني منهنجا مومن ٻانها انهيءَ مرتبي وارا ته آهن جو جڏهن انهن اڳيان قرآني آيتون به پڙهيون وينديون ته هو ان تي به گونگا انڌا ٿي ڪري نه پوندا.

پر اجا به ڪليئي نموني الله پاڪ پنهنجي رسول کان اعلان ڪرايو ته:

**قل هـٰذا سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة انا ومن اتبعني**
(سورت يوسف آيت ١٠٨)

(يعني اي رسول تون اعلان ڪر ته منهنجو هي رستو ۽ مسلڪ جنهن طرف الله ڏي سڏي رهيو آهيان اهو رستو، اها شريعت، اهو دين وڏي بصيرت وارو آهي، وڏي فهم فراست وارو آهي، عقلمنديءَ جي راهه آهي، جنهن ڏي سڏيان پيو.

آئون ته سڏيان پيو پر منهنجي پوئلڳن جي به نشاني ياد ڪري ڇڏيو ته اهي به بصيرت جي ڳالهه ڪن ته منهنجا تابعدار چئبا پر جي اهي تقليد ڪرائي ڳچين ۾ ڳٽ وجهن ته پوءِ ياد رکجو ته آئون نبوت ۽ رسالت جي ذميواري سان آيو ئي هن مشن لاءِ آهيان ته:

**ويضع عنهم اصرهم والاغلال التي كانت عليهم**
(سورت اعراف آيت ١٥٧)

(يعني ماڻهن کي جن قيدن ۾ بندن ۾ بند ڪيو ويو آهي. آئون انهن کي ٽوڙيان ۽ انهن جي ڳچين ۾ پيل رسا ۽ زنجيرون ڪوليان (ته هو جسماني ۽ ذهني طور آزاد ٿين)

اميد ته پڙهندڙ حضرات مروج فقه جيڪو مختلف امامن جي نالن سان مشهرو آهي ۽ جنهن ڪي تقليد به سڏيو وڃي ٿو، انهن فقه وارن امامن جا نالا امام جعفر، امام ابو حنيفو، امام مالڪ، امام شافعي، امام احمد بن حنبل آهن ۽ فقه جي تشريح ۽ معنيٰ مفهوم به سمجهي ويا هوندا ۽ قرآن حڪيم جنهن فقه (يعني غور فڪر فهم فراست) طرف



دعوت ڏئي ٿو اهو به سمجهي ويا هوندا. سوهي حقيقت طئه سمجهڻ گهرجي ته قرآن حڪيم جو صحيح تفسير اهو آهي، جيڪو تفسير قرآن پاڪ پاڻ بيان ڪري ۽ تصريف آيات سان وحي واري ڪلام جو مفسر به وحي وارو علم هجي ته سبحان الله. يعني جڏهن الله پنهنجي ڪلام جي معنيٰ پاڻ ٻڌائي ته پوءِ ڪنهن ٻئي کان چو پڇجي. مون ڪجهه وقت اڳ ۾ به عدد ڪتاب آيات بينات ۽ قرآن جو فرمان لکي مارڪيٽ ۾ آندا، علم دوست ۽ ڪليئي ذهن وارن علم دوست ماڻهن انهن ڪتابن جي تمام گهڻي ساراهه ڪئي ۽ آيات بينات ڪتاب جو انگريزيءَ ۾ ترجمو لنڊن ۾ ڪتابي شڪل ۾ ڇپجي ويو ۽ ماڻهو انٽرنيٽ تي به اهو پڙهي رهيا آهن، انهن ٻنهي ڪتابن ۾ فقه القرآن طور اندازن چاليهه ڪن مسئلا ڇپجي چڪا آهن، انهن جي پذيرائي سان پنهنجي حوصلہ افزائي به ٿي ۽ سنڌ ساگر اڪيڊمي جي ساٿين پوري قرآن پاڪ جي احڪامن تي مشتمل "فقه القرآن" نالي قرآنڪ مسئلا لکڻ جو مشورو ڏنو جا ڳالهه مونکي به ڏاڍي پسند آئي آهي، سو هي مختصر ۽ ٿورڙن چئن پنجن، اٺ، نوَ مسئلن تي مشتمل فقه القرآن نالي سان سيريز ۽ سلسلي طور شروعات ڪري رهيا آهيون، هونئن مڪمل فقه القرآن قرآني احڪامن ۽ مسئلن تي مشتمل پنهنجي طرز تي اندازن ٽي هزار صفحن کان وڌي ويندو. هي صرف خرچ بچائڻ ۽ وقت بچائڻ خاطر سيريز جي طريقي پنهنجو وعدو پاڙيون پيا. الله ڪندو ته هن سلسلي جو وري ايندڙ حصو وڏيڪ احڪامن تي مشتمل ضخيم جلد آڻيندا سون.

قرآن حڪيم جي نازل ٿيڻ جي زماني کان وٺي اڄ تائين قرآن دشمنن جي اها روش هلندي پئي اچي ته:

**لاتسمعوا لهـٰذا القرآن والغوفيه لعلكم تغلبون**
(حم سجده آيت ٢٦)

يعني ڪافرن جو پنهنجي هم خيالن ۽ پيالي پائين لاءِ هي مشورو آهي ته جڏهن اوهانجي سامهون قرآن پڙهيو وڃي يا قرآن حڪيم جي حوالي سان ڪا ڳالهه ڪئي وڃي ته ان کي ٻڌڻ ۽ غور سان سمجهڻ ته چا

پر اوهان جواب ۾ امالڪ ڏمچر مچائي ڏيو ۽ بيهوده ۽ بڪواس قسم جي
شور ۽ غوغا جو هُل مچائي ڏيو ۽ انهي لڙ ڪرڻ سان ئي غالب بنجڻ جي
ڪوشش ڪيو. يعني ڪافر ۽ قرآن دشمن ايترو سمجهي ويا هوا ته قرآن
اهڙو ڪتاب آهي جو جنهن سان سنجيدگي ذريعي بحث ڪرڻ، دليل ۽
عقل ذريعي سمجهڻ سمجهائڻ، پڙهڻ پڙهائڻ سان، ماڻهو ڳالهه ڪٿي ڪونه
سگهندو ۽ اهڙي طريقي سان ته قرآن اسان کان ڏاڍو آهي، جو هو پڙندڙن
کي پنهنجو موقف ۽ نظريو مچائي ويندو. سو انجي مقابلي ۾ ۽ قرآن کي
شڪست ڏيڻ لاءِ قرآني علم جي فراست ۽ دانائي کان ماڻهن کي بچائڻ لاءِ
ڪين واٺ ئي اهڙي ڏسجي پئي جنهن ۾ قرآن هنن جي ڪن تي ئي نه پوي،
پوءِ جيڪا شيءِ ٻڌبي ئي ڪانه ته سمجهبي ڪيڏانهن؟ افسوس جهڙي
ڳالهه آهي ته اها روش ۽ پاليسي پاڻ کي قرآن جو دوست ۽ معتقد
سڏائيندڙ مسلمانن ۾ به نظر اچي رهي آهي، هونئن مٿين آيت ۾ بيان
ڪيل روش ته قرآن ڪافرن جي بيان ڪئي آهي پر هاڻ ته مسلمان سڳورا به
چون ٿا ته:

**لاتسمعوا لهذا القرآن**

**يعني هن قرآن کي ٻڌو ئي نه. جڏهن ته قرآن پاڪ پڪاري پيو ته:**

**ومن اصدق من الله حديثا (نساء ٨٦)**

يعني الله کان وڌيڪ سچيون حديثون (ڳالهيون) ڪنهن جون ٿي
سگهن ٿيون؟ سو چو ڪونه ٿا قرآن حڪيم کي غور سان ٻڌو، پروڙيو ۽
سمجهو؟ اسان هن مختصر مضمون ۾ قرآن حڪيم خلاف جاهلن نادان
دوستن ۽ بدباطن دانا دشمنن طرفان ڪن سورتن جي منڍ ۾ آيل حروف
مقطعات ۽ قرآن حڪيم جي ٻن قسمن ۾ بيان ڪيل آيتن يعني محڪمات
۽ متشابهات منجهان ٻئي قسم يعني متشابهات بابت غلط پروپيگنده،
يعني ماڻهن کي منجهائڻ ۽ پريشان ڪرڻ ته انهن آيتن ۾ باطني راز آهن
جن جو پتو نه پنجي سگهندو اهي راز اسان توهان جي سمجهڻ جي وس ۾
ناهن، هي ڪي مٿيريون آسماني ڳالهيون آهن، ڳجهه آهن، اهي راز ۽
ڳجهه خاص خاص پهتل ماڻهن وٽ سيني بسيني منتقل ٿيندا آيا آهن ۽



اڳتي به ائين هلندا رهندا جيڪي غوث، قطب، ابدال، مدار ۽ محور جي
رتبي تي پهتل آهن ۽ هميشه سُڪر ۾ سرشار ۽ الوٽ هوندا آهن، صرف
اهي سمجهي سگهندا آهن وغيره وغيره، اجا ته اهو به صرف متشابهات
آيتن لاءِ ايئن چوندا آهن، باقي سورتن جي منڍ ۾ حروف مقطعات کي ته
مهمل، بي مقصد ۽ بي معنيٰ تائين به مشهور ڪيو اٿن، البت ڪن ڪن
مهربانن ايترو چيو آهي ته انهن جي معنيٰ صرف الله ڄاڻي ٿو ۽ ڪن
صاحبن اهو چيو آهي ته انهن جي معنيٰ الله ۽ رسول جي وچ ۾ راز آهي،
جيڪو ٻئي ڪنهن کي معلوم نه ڪرايو ويو آهي، ڏسيو نه ويو آهي.
مسلمانن ۾ قدس سره قسم جا ڪيئي فرقا آهن، جن کي هي هميشه شوق
رهندو آهي ته هو پنهنجي من پسند شخصيتن کي بغير ڪنهن ثبوت ۽ دليل
جي پروموشن ڏيڻ لاءِ عهدا ۽ مرتبا ڏيڻ لاءِ اسلاميءَ نصاب يعني قرآن
پاڪ جي معنيٰ ۽ مطلب کي ظاهر ۽ باطن جي غلط ۽ ڪوڙي تقسيم سان
ورهائي پوءِ رازن ۽ باطني معنائن جي نالي سان قرآن جي احڪامن ۾
تحريف ۽ تبديل جا دروازا کولي الهامن ۽ القائن جي نالي سان وحي واري
ڪلام سان شرڪ ڪيو ڇڏين، ان ڪري ڪيترن ئي روحاني ۽ متصوف
ڪاتي جي نالي چڙهين جو هي عقيدو آهي ته ولايت جو نبوت کان مٿاهون
درجو آهي، اهيءَ ماجرا جو تفصيل اسانجي ايندڙ ڪتاب سلف صالحين
۾ پڙهي ڏسندا ۽ اهو سڀ ڪجهه هن لاءِ ڪيو ويو آهي ته هو انهن
شخصيتنَ جي الهامن جي نالي سان وحي واري تعليم ۾ ملاوٽ ڪن ۽
قرآن حڪيم مان جان ڇڏائين. منهنجي خيال ۾ رومي صاحب جو هي شعر:

ماز قرآن مغز را برداشتيم
استخوانهارا پيش سگان انداختيم

(يعني اسان فارس وارن قرآن مان مغز قسم جون شيون پنهنجي لاءِ
ڪٽي ورتيون آهن. باقي هڏن جهڙيون شيون ڪتن اڳيان ڦٽيون ڪري
ڇڏيون آهن.)

هن شعر جو ترجمو ئي مٿئين موقف جي سمجهڻ لاءِ ڪافي آهي.
وڌيڪ حاشيه آرائي جي ضرورت ڪانهي. پر انهيءَ ڪانپوءِ به پڙهندڙن جي

خدمت ۾ وحي واري تعليم بابت وحي جو پنهنجو نقطهٔ نظر پيش ڪجي ته ڇا هو علم الاهي ڪي ظاهر ۽ باطن جي نالي سان ورهائي ڳجهن رازن جو به ڪو حصو ڪن خاص ماڻهن لاءِ مخصوص رکي ٿو؟ ته ڇا اهي راز خاص ماڻهن وٽ لڪل رهن ۽ هر ايري غيري عام ماڻهن کي نه ٻڌايا وڃن. ان لاءِ سورت آل عمران جي آيت نمبر ١٨٧ پڙهي ڏسندا جنهن ۾ فرمان آهي ته:

**واذاخذالله ميثاق الذين اوتوا الكتاب لتبيننه للناس ولاتكتمونه فنبذوه وراء ظهورهم واشتروابه ثمنا قليلا فبئس مايشترون**

(يعني جن امتن ۽ قومن کي ڪتاب ڏنو ويو انهن کان هي وعدو به ورتو ويو هو ته هن ڪتاب جي ڳالهين کي ماڻهن لاءِ کولي کولي بيان ڪجو. ڇٽو ۽ پڌرو بيان ڪجو ۽ انجي ڪابه ڳالهه ڪنهن کان نه لڪائجو.)

پر هنن انهي وعدي کي پٺيءَ پر اڇلائي ڇڏيو ۽ ڪلام الاهي کي ڪمائي جو ذريعو بنائي ڇڏيائون جيڪي انهن جا اهي سودا تمام بڇڙا آهن ۽ وري سورت بقره جي آيت نمبر ١٨٤ پڙهي ڏسندا. فرمان آهي ته:

**ان الذين يكتمون ماانزل الله من الكتاب ويشترون به ثمنا قليلا اولائك ماياكلون في بطونهم الاالنار**

(يعني تحقيق اهي ماڻهو جيڪي الله جي نازل ڪيل ڪتاب مان ڪي ڳالهيون لڪائي ڇڏين ٿا ۽ اهي انهن لڪايل ڳالهين عوض (جنکي انهن راز ۽ باطن طور مشهور ڪيو آهي) واپار ۽ ڪاروبار ڪن ٿا ۽ انهي ڪاروهنوار سان جيڪي ڪجهه پيٽ پرين ٿا اهو نسورو باهه ئي آهي.)

اميد ته خود قرآن پاڪ جي فرمودن سان هن نظريي جي نفي مڪمل طور سمجهي ويا هوندا ته علم الاهي کي ظاهر ۽ باطن قسمن ۾ ورهايل آهي به ڇا؟ ۽ هن ۾ عام ڳالهيون عوام لاءِ ۽ رازن واريون خاص ڳالهيون خاص ماڻهن لاءِ آهن.



# حروف مقطعات ڇا آهن؟

هي ته ظئي آهي ته عربي ٻوليءَ ۾ نالن ۽ عنوانن جا ڪي به اکر بطور اختصار جي استعمال ڪرڻ جو رواج هميشه کان رهيو آهي. ۽ اهڙي نموني اختصار وارن حرفن ۽ لفظن کي مخفف ۽ ترخيم جي طور علم ادب ۽ ڪلام ۽ علم نحو ۾ به تسليم ڪيو ويو آهي. مخففات جو مثال اڄ ڪلهه انگريزي ٻوليءَ جي رواج مان به بطور قياس سمجهي سگهجي ٿو، جنهن ڪي هو شارٽ فارم سڏين ٿا جيڪو نالن جي منڍ ۾ استعمال ڪن ٿا، اهڙي نموني قرآن پاڪ اندر استعمال ٿيل سورتن جي منڍ وارن حرفن کي فن تفسير جي عالمن جيڪو مقطعات جو نالو ڏنو آهي جنهن جي معنيٰ آهي ڪٽيل ۽ جدا ڪيل، ته اهي حرف به الله تعاليٰ جي نالن ۾ استعمال ٿيل حرفن مان ورتل آهن، جن انهن حرفن جو اشارو انهن نالن جي طرف آهي. هتي هي ڌيان ۾ رهڻ گهرجي ته هر ٻوليءَ وارن جا پنهنجا طور طريقا هوندا آهن، جو عربي ٻوليءَ ۾ انگريزيءَ وانگر هروڀرو هن ڳالهه جي پابندي ڪانهي ته صرف منڍ واري اکر کي تخفيف ۽ ترخيم لاءِ استعمال ڪجي. عربيءَ ۾ سڄي لفظ مان ڪوبه حرف شارٽ فارم لاءِ استعمال ڪري سگهجي ٿو ۽ حروف مقطعات ۾ جيڪي قرآن مجيد ۾ استعمال ٿيل آهن. اهي ڪن عالمن جي تحقيق مطابق الله سائين جي نالن سان گڏ حضور سائين جي نالن ۽ مختلف مضمونن جي منڍ وارن عنوانن ۽ سرخين جي حرفن لاءِ به ڪتب آندا ويا آهن، جن جو تفصيل ڪجهه هن طرح آهي. ان تفصيل کان اڳ ۾ هي حقيقت به ذهن ۾ رکڻ گهرجي ته مقطعات وارن حرفن جي تشريح ۽ تفصيل جواهو به هڪ مقصد آهي ته انهن سورتن ۾ بيان ڪيل مضمونن، فڪرن، نظرين، مسئلن، تي انهنجي شروع واري يا ڪنهن به حرف سان حروف مقطعات ۾ استعمال ٿيل حرفن مان ڪوئي

حرف ملائي ڏيکارجي، ثابت ڪري ڏيکارجي، پيٽائي ڏيکارجي، اهڙي
قسم جون ڪوجنائون ڪرڻ سان رب پاڪ انسانن ۾ قرآني علمن اندر
ڪوجنا ڪرڻ جون مشقون ڪرائڻ، مضمون ۽ مسئلا تلاش ڪرڻ، موضوع
متعين ڪرڻ جو شوق ۽ شغل پيدا ڪرڻ گهري ٿو. بلڪل اهڙي نموني
جيئن سنڌي ٻولي جي ادب ۾ سگهڙ هڪ ٻئي کي ڏور بيت ڏيندا آهن ۽
انهن ۾ هي به اصول آهي ته ڪنهن داستان ۽ ڏوربيت جو چاليهون حصو
به جواب ۾ هڪ لفظ ۽ اکر جيترو ٻڌايو ويو ته جواب درست قبول ڪيو
ويندو آهي، بهرحال حروف مقطعات مان اهڙي جستجو ۽ مشقن سان
قرآني علمن ۽ مسئلن جا ويچار ڪرڻ جو هڪ ڪلچر ۽ رواج قائم ڪرڻ به
هڪ مقصد آهي، جنهن سان ماڻهن ۾ قرآن جي ڄاڻ جو ملڪو پيدا ٿئي ۽
قرآن مان مسئلا ڳولڻ طرف ذهن وڃي، ڇو ته حرفن جي پيٽا جو تمام وڏو
جهان آهي. هڪ هڪ حرف الائي ڪيترن سارن مضمونن جي سرخين وارن
حرفن سان مناسبت رکي سگهي ٿو. جن کي امتحاني سوالن وانگر ذهني
آزمائش وارا سوال به چئي سگهو ٿا. ان ڪري مضمونن جي ڪوجنا ۽
حرفن جي پاڙ ۾ مطابقت پيدا ڪرڻ سان اڪيچار علمي موضوع بحث
هيٺ ايندا، علمي نقطا بحث هيٺ ايندا، ۽ معلومات جا ڪوڙ سارا دروازا
کلندا ۽ قرآن حڪيم جو علمي تبحر ۽ دائرو ايترو ئي گهرو، اڻ ڪٽ، ۽
بحربي ڪنار محسوس ٿيندو. ۽ يقين سان اهڙي جستجوئن جون مشقون
شروع اسلام ۾ ته ٿيون، پر جڏهن کان سازش جي نيت سان اسلام ۾
داخل ٿيندڙ مجوسين نصارن ۽ يهودين جي گهڙيل حديثن واري علم جي،
قرآن حڪيم خلاف، هي پروپيگنڊا مسلمانن ۾ عباسي خليفن جي
ايامڪاريءَ ۾ مشهور ٿي ته حديثن جو علم به وحي خفي جي حيثيت رکي
ٿو ۽ اهو وحي غير متلو قسم جو علم آهي ته مسلمانن ۾ اڄ تائين
ڪعبةالله کان وٺي جاتي تاتي پيا تا درس حديث ٻڌايا وڃن، توڙي ڪٽي
ريڊيو مڪة المڪرمه هجي يا ڪا ٻي عربي ريڊيو اسٽيشن. جڏهن ته رب
سائين خود رسول الله جهڙي هستي کي حڪم ڏنو آهي ته فن ڪربالقرآن
٤٥/٥٠ يعني قرآن سان ماڻهن کي نصيحت ڪر ۽ سورت اعراف جي آيت
٣ ۾ حڪم آهي ته قرآن کان سواءِ ٻئي ڪنهنجي به تابعداري نه ڪيو.



انگريزن هتي هندستان ۾ مسلمانن اندر شاهه اسماعيل شهيد ۽
سيد احمد شهيد جي دور ۾ انهن جي واسطيدارن مان جڏهن اهل حديث -1
فرقو قائم ڪيو هو ته پوءِ ترڪ خلافت خلاف عالمي سامراج وارن، مڪي
پاڪ جي گورنر، شريف کان جڏهن غداري ڪرائي جدا حڪومت ٺهرايائون
ته ان کان پهريون ڪم هي ورتائون ته اتي ديوبند کان شيخ الهند مولانا
محمودالحسن هن لاءِ ويو هئو، ته اتي ترڪ جنرلن جمال پاشا ۽ ڪمال
پاشا سان ملڻ ويو هئو ته هو سلطان عبدالحميد کي راضي ڪري هندستان
تي حملو ڪن، ۽ هندستان ان طرح سان آزادي ماڻي، شيخ الهند جي ان
مشن جي جاسوسي مولانا اشرف علي ٿانوي ڪري انگريزن کي رپورٽ
پنهنجي پاءُ جي ذريعي ڪئي، جيڪو سي آءِ ڊي انسپيڪٽر هو، سو
شريف پهريون پهريون ڪم اهو ڪيو، جو حرم مڪي مان شيخ الهند کي
گرفتار ڪري انگريزن حوالي ڪيو، پوءِ پاڻنجي ٿو ته انگريزن آل سعود
وارن سان هي ڳجهو معاهدو ڪيائون ته جيڪڏهن اوهان حديثن واري
مذهب يعني جنهن ۾ سرمادارايت جي جائز هجڻ جو اسلام ۾ ڪاروهنوار
هلايو ته پوءِ اوهانکي شريف کان حجاز وارو علائقو وٺي ان تي بادشاهه
بنايون. ته اهو انهن قبول ڪيو پوءِ مٿائن هندستان جي اهل حديث مولوين
کي انهن تي نگران ڪري ويهاريائون ته جيئن به هي ماٿهو حديثن واري
مذهب لامحدود سرمايه داريت ۽ جاگيرداريت کي ڇڏي قرآن واري اسلام
"معاشي مساوات" ڏي وڃن ته اسانکي آگاهه ڪجو ته اسان پوءِ هنن جي
پاٺيهي خبر وٺنداسون منهنجي هن دعويٰ جو ثبوت هي آهي ته سعودي
حڪومت حديثن بدران قرآن تي هڪ مهينو گورنمينٽ هلائي ڏيکاري ته
خبر پئجي وڃيس ۽ اهڙيون هدايتون پاڪستان کي به ڪيل آهن ته اهل
حديثن جي پارٽ هجيوَ. انهيءَ ڪري اهي ڪنهن وڏي سياسي پارٽي نه
هجڻ باوجود هر گرينڊ الائنس ۾ حصيدار ٿيندا آهن. جهڙي نموني نوابزاده
نصرالله صاحب به مخصوص طاقتن جي سهاري سدا بهار گل رکيو وڃي
پيو تا ته هو پراڻن احرارين کي رام ڪري.

حروف مقطعات جا ڪل چوڏهن حرف آهن جيڪي جيڪڏهن
ڪنهن مرڪب جملي جي شڪل ۾ گڏ ڪجن ته اوهان هن طرح چئي

سگھو تا تہ ”صراط علي حق نمسڪ. عربي ٻوليءَ ۾ الف ۽ همزي کي
جيڪڏهن جدا جدا ڳڻبو تہ عربي ڦرهي جا ڪل ٢٩ حرف ٿيندا ۾ الف ۽
همزي ۾ فرق سڪون ۽ اعراب جو آهي ان ڪري انهن کي جدا ڳڻڻ ڪو
ضروري ڪونهي. ان ڪري عربي الفابيٽ جو تعداد ڪل اٺاويھہ آهي ۽
انهن جو پورو اڌ چوڏهن ٿئي ٿو جيڪو حروف مقطعات جو ڪل تعداد .
آهي. مٿيان حروف مقطعات قرآن حڪيم ۾ ٢٩ سورتن جي منڍ ۾
مختلف ترتيبن سان آيا آهن. انهن سورتن مان ٢٧ سورتون مڪي آهن ۽
٢ سورتون مدني آهن. جيئن مٿي عرض ڪري آيا آهيون تہ عربي ٻولي ۾
مخففات جي استعمال لاءِ ڪا بہ پابندي ڪانهي تہ لفظن ۽ نالن جو صرف
منڍ وارو اکر ترخيم ۽ اختصار لاءِ استعمال ڪرڻو آهي ۽ ٻيو ڪو بہ نہ،
بلڪ منڍ مان، وچان يا پڇاڙي مان يعني جتان تتان ڪو بہ اکر اشاري لاءِ
ڪتب آڻي سگھجي ٿو، الم - ا - ل - م اهي ٽيئي حرف سورت بقره، آل
عمران، عنڪبوت، روم، لقمان، السجده ڇهن سورتن جي منڍ ۾ آيل
آهن. هتي شروع ۾ مختلف عالمن جي توجيهن مان علامہ پرويز صاحب
جي تحقيق لکجي ٿي تہ انهن ٽنهي حرفن مان الف حرف الله مان ورتل آهي.
لام حرف الله جي نالي عليم مان ورتل آهي ۽ ميم حرف الله جي صفاتي
نالي حڪيم مان ورتل آهي تہ هاڻي ائين سمجھڻ گھرجي تہ اهي ٽيئي
حرف مٿي ڄاڻايل ڇهن سورتن جو عنوان آهن ۽ اهي ڇهئي سورتون الله،
عليم، حڪيم نالن جو شرح آهن، تفسير ۽ تعبير آهن. وري اهڙي نموني
الر - ا - ل - ر، اهي ٽيئي حرف سورت يونس، هود، يوسف، ابراهيم،
حجر، پنجن سورتن جي منڍ ۾ آيا آهن. انهن مان الف الله مان ورتل آهن.
لام عليم مان حرف ر ورتل آهي رحيم مان تہ هتي ائين چئبو تہ اهي
پنجئي سورتون الله جي انهن نالن جو تعبير ۽ تفسير آهن. اهڙي نموني
المر - ا - ل - م - ر جا چار حرف سورت رعد جي منڍ ۾ آيا آهن. اتي بہ
الف الله جو مخفف ڄاڻجي لام عليم جو ميم حڪيم جو ۽ ر الله جي
نالي رحيم جو مخفف سمجھي ۽ پوري سورت رعد کي انهن چئن نالن جو
شرح سمجھڻ گھرجي، اهڙي نموني المص - ا - ل - م - ص حرفن مان الف
الله جو، لام عليم جو، ميم حڪيم جو ۽ صاد بصير جو مراد وٺجي ۽



سورت اعراف جنهنجي منڍ ۾ اهي حرف آيا آهن، انهن کي سيني نالن جو
شرح ۽ تفسير قرار ڏيڻ گھرجي ۽ حٰم - ح - م حرفن مان الله جي صفاتي
نالن حڪيم ۽ عليم مان ورتل حرف قرار ڏجن پوءِ اهي جن ڇهن سورتن
هر هڪ المومن، حم السجده، الزخرف، الدخان، الجاثيہ، الاحقاف جي
منڍ ۾ آيا آهن تہ انهن ڇهن ئي سورتن کي انهن ٻن نالن حڪيم ۽ عليم
جو شرح ۽ تفسير تصور ڪرڻ گھرجي. وري اهڙي نموني سورت الشوريٰ
جي منڍ ۾ حمعسق حرف آيا آهن تہ انهيءَ جاءِ تي ائين سمجھڻ گھرجي
الله جيڪو حميد آهي، مجيد آهي عليم آهي، سميع آهي، ۽ قديم آهي ان
جو فرمان آهي پوءِ سڄي سورت شوريٰ انهن نالن جي شان ۽ مفهوم جو
مڪمل مظهر ۽ جلوو سمجھڻ گھرجي، اهڙي نموني سورت طہٰ جي شروع
۾ ط - ه اهو خطاب آهي ۽ سڏ آهي تہ اي سول، تہ هن سورت ۾ غور
ڪندؤ تہ توهان کي پوري سورت الله جي پنهنجي رسول سان خطاب جي
فلاسافي تي مشتمل نظر ايندي، اهڙي نموني سورت ص، خود حرف ص
سان جيڪا شروع ٿئي ٿي، اها خود پنهنجي مفهوم سان چئي تہ هي ثابت
ڪري رهي آهي تہ قرآن حڪيم جي بيان ڪيل سچاين جو وڏو ثبوت پاڻ
قرآن آهي، اهو هن طرح تہ ان جي اصولن ۽ دعوائن کي دنيا جي ڪا بہ
فڪري ليبارٽري ۽ ڪو بہ ريسرچ وارو ادارو ٽوڙي يا غلط ثابت ڪري نہ
سگھيو آهي، يعني قرآن پاڻ صاد آهي يعني مهر آهي ۽ تصديق وارو ٺپو
آهي، ڪنهن بہ ڳالھہ تي ٺپو لڳي وڃي تہ تصديق مڪمل ۽ شڪ شبهو
ختم سمجھبو. اهڙي نموني سورت النمل جي منڍ ۾ حرف آهن طس جا.
ط - س - يعني الله ذي الطول ۽ سميع جو فرمان آهي يعني طاقت واري
حڪمران ۽ سميع جو حڪم آهي پوءِ پوري سورت نمل ۾ انهن حرفن جي
مفهوم واري جلوي کي تفسير ۽ تشريح ۾ غور ڪرڻ سان پڙهڻ وارو چڱي
طرح مشاهدو ڪندو، ۽ وري سورتن القصص ۽ الشعراء جي منڍ ۾ حرف
طسم جا آيا آهن يعني ط - س - ميم تہ اتي بہ الله طاقتور، سميع ۽ عليم
جو فرمان آهي تہ اڳتي جيئن اهي ٻئي سورتون انهن نالن جي مفهوم کي
ذهن ۾ رکي پڙهبيون تہ انهيءَ جي روشنيءَ ۾ سورتن جي اندر بيان ڪيل
حقيقتن جو بهتر تفسير واضح ٿيندو ۽ ثابت ٿيندو ويندو، اهڙي نموني

سورت ق جيڪا شروع ئي انهي هڪ حرف سان ڪئي ويئي آهي انهي جو سڌو سنئون مطلب هي آهي ته اي قرآن پڙهندڙ بيهه. ترس ۽ ڌيان ڏئي پڙ، قاف جو حرف هن جاءِ تي مخفف آهي قف جي امر واري صيغي جو، جنهن جي معنيٰ آهي بيهه. وري اهڙي نموني سورت مريم جي منڍ ۾ حرف آيا آهن ڪهيعص - ڪ - ه - ي - ع - ص، جا جيڪي الله جي صفاتي نالن الڪريم، الهادي، الحي، العليم، البصير، مان ورتل آهن ۽ مفهوم هي ٿيندو ته انهن نالن جي معنوي صفتن واري الله جو فرمان آهي پوءِ سڄي سورت مريم کي سمجهڻ لاءِ انهن صفتن کي به ذهن ۾ رکي غور ڪبو ته تعبير ۽ تشريح ۾ حل ڪرڻ ۾ سهولت ٿيندي. اهڙي نموني سورت القلم جي منڍ ۾ ن جو حرف آندو ويو آهي جنهن جو مطلب قلم ۽ مس ڪپڙي به وٺي سگهجي ٿو ته مس ڪپڙي ۽ تلوار به وٺي سگهجي ٿو، جنهن جو مطلب هي ٿيندو ته قلم ۽ تلوار شاهدي ڏين ٿا ته "اي رسول تون الله جي فضل سان داناءُ آهين چريو يا ديوانو ناهين."

وري اهڙي نموني سورت ياسين جي شروعات به ياسين سان ڪئي وئي آهي جنهن ۾ حرف يا سڏ ۽ ندا جي معنيٰ ۾ آهي ته سين حرف مان مراد رسول آهي، انسان ڪامل آهي، جيڪو خود رسول آهي، جنهن کي فرمان آهي ته:

"تنهنجي رسالت جو شاهد قرآن آهي."

هيتري تائين پرويز صاحب جي تحقيق ۽ راءِ ختم ڪجي ٿي، ان کان پوءِ سر سيد جي حروف مقطعات بابت سندس تفسير جي حوالي سان هي تحقيق آهي ته ٢٩ سورتن مان هر سورت جي منڍ ۾ جيڪي به حروف مقطعات، ڪتب آندا ويا آهن اهي حروف، انهن سورتن جا نالا آهن ۽ سر سيد صاحب ان لاءِ ترڪيب نحوي جي بنياد تي منڍ ۾ آيل حرفن کي مبتدا ۽ پوءِ آيل جملن کي خبر قرار ڏيئي استدلال وٺي ٿو ته رب پاڪ هن سورت جوانهن حرفن وارو نالو تجويز ڪيو آهي. انهيءَ کانپوءِ علامه احمدالدين امرتسري جنهن بيان للناس جي نالي سان تفسير لکيو آهي جنهن جا ست جلد آهن ۽ انهن جا ڪل صفحا ٢٨٨٦ آهن ۽ علامه رحمت الله طارق (ملتاني) جنهن قرآن شريف جا ٣ تفسير لکيا آهن. هڪ برهان القرآن جي



نالي سان ٻيو منسوخ القرآن جي نالي سان، ٽيون ميزان القرآن جي نالي سان. انهن ٻنهي بزرگن جي تحقيق حروف مقطعات بابت هي آهي ته سورتن جي منڍ ۾ ڪتب آندل حرف يا اکر انهن جي حيثيت ٻج جي ڏاٿي وانگر آهي ۽ ان کان پوءِ واري سورت ان ڏاٿي مان پيدا ٿيندڙ وڻ وانگر آهي، جنهن ۾ ميوا آهن، گل آهن، پن ۽ ٽاريون آهن ۽ هوئنس ٻج جي ڏاٿي ۾ اسانجي نظر، ان ۾ سمايل وڻ کي ڏسي نٿي سگهي پر الله ڏسي ٿو سگهي، ڄاڻي ٿو سگهي ۽ ان کانپوءِ واري ايندڙ سورت ۾ کولي ڦوٽهڙو ڪرائي وڌائي وڻ ٻجي شڪل ۾ اسانکي ڏيکاري به ڏنو. مٿي حروف مقطعات بابت نموني طور ڪجهه عالمن جي تحقيق اوهان پڙهي، هاڻي جيڪڏهن غور ڪبو ته انهن سڀني راين ۾ ۽ توجيهن ۾ ايڏو گهڻو فرق ڪونهي، البت سر سيد صاحب، جيڪو حروف مقطعات کي انهن سورتن جو نالو ٿو قرار ڏئي، جيڪڏهن آئون ان متعلق هي عرض ڪيان ته سورت بقره جو نالو ته بقره آهي پر انجا مضمون الف - لام ۽ ميم جي عنوانن ۽ سرخين وارا لفظ آهن ته "هروڀرو انهن ٻنهي ڳالهين ۾ ايڏو تضاد نٿو نظر اچي. شيءِ جو نالو ۽ ڪنهن مضمون جو عنوان ٻئي هڪجهڙو مفهوم رکن ٿا ۽ هڪ جهڙي مقصديت رکن ٿا."

اجا انهن سڀني تحقيقن کي جيڪڏهن کولي بيان ڪجي ته ڪافي هڪ جهڙائي نظر ايندي ۽ انهن سڀني توجيهن جي روشني ۾ منهنجي تحقيق هي آهي ۽ ان جا مختصر اشارا به مون سگهڙن جي ڏور بيت جي حوالي سان به مٿي عرض ڪيا آهن ۽ وڌيڪ عرض ته انهن حرفن جي توجيهن کي ۽ مقصديت کي ٿورن عالمن جي خيالن ۽ تعبيرن ۾ بند ۽ محدود تصور نه ڪجي، ۽ حرف آخر قرار نه ڏجي، ڇو ته انهيءَ سان جستجو ۽ تجسس جو عمل گهٽجي ويندو، بند ٿي ويندو، ان موقعي تي ڪنهن جي هن شعر کي ذهن ۾ هر وقت ياد رکڻ گهرجي ته:

جميع العلم في القرآن لاكن
تقاصر عنه افهام الرجال

(يعني سمورو علم قرآن ۾ سمايل آهي پر ماڻهن جي سمجهه انکي پروڙڻ کان ڪٽل آهي، ان ڪري انهن حرفن جون تعبيرون سورتن ۾ بيان ڪيل مک مضمونن سان ملائڻ ۽ پيئائڻ جو عمل هر وقت جاري رکجي.)

انهي حقيقت کي سمجهڻ لاءِ هي مثال عرض رکجي ٿو ته علمي دنيا ۾ مضمون نويسي جا مقابلا عام جام آهن، ڪو ادارو، ڪوئي شخص، هڪ ئي ٽاپڪ تي هڪ ئي عنوان تي دعوت ڏيندو آهي ته ڪوئي ماڻهو، بلڪ ڪيترائي ماڻهو مقرر ڪيل هڪ ئي عنوان تي، موضوع تي مضمون لکي اچن ۽ پوءِ جيئن قرآن ۾ آهي ته:

"فوق ذي ڪل علم عليم"

(يعني هر علم واري مٿان وڏيڪ علم وارو ڪو ٻيو به آهي)

۽ ٻيو به ٿي سگهي ٿو ۽ بلڪل اهڙي نموني طرحي مشاعرن ۾ ڪوئي بند يا عنوان ڏنو ويندو آهي ته ان تي ڪوئي غزل ٺاهي اچي، پوءِ هر ليکڪ عالم ۽ شاعر پنهنجي پنهنجي لياقت مطابق نئين ڪان نئين ۽ نرالي شيءِ پيو ڏيندو آهي ۽ هر لکٽي ۾ هر غزل ۾ نرالائپ، جدت ۽ مختلف نکتا ۽ علمي اشارا پيا ملندا آهن، مون انهيءَ ڪري مٿي ڪجھ عالمن جا حروف مقطعات جي باري ۾ جيڪي جدا جدا موقف بيان ڪيا آهن، انهن مان صرف علامه غلام احمد پرويز صاحب جي نقطه نظر کي ٻين جي توجيهه ڪان وڏيڪ تفصيل سان لکيو آهي. اهو صرف هن ڪري ته ان باري ۾ منهنجو جيڪو مؤقف آهي ته عالمن کي کليو ميدان ڏجي ته هر هڪ پنهنجي جستجو پيش ڪري ته هاڻ پرويز صاحب به ڇڻ منهنجي گذارش مطابق پنهنجي تحقيق پيش ڪئي ته ٻيا عالم به غور فڪر ڪن، ڪوجنا ڪن، نئين ڪان نيون تحقيقتون پيش ڪن، هي جدا ڳالهه آهي ته پرويز صاحب جي محنت يقين سان احترام لائق آهي ۽ انهيءَ ۾ ٻين عالمن کي به سلسلي کي اڳتي وڌائڻ جي طرح ڏنل آهي. ڍنگ ۽ ڏانئن ملي ٿو، پر آئون انهيءَ کي حرف آخر جي طور تي ڪافي نٿو مڃان ۽ هونئن منهنجي گذارش جو في الفور صرف هي مقصد آهي ته جيڪو عام قسم جي عالمن هي مشهور ڪيو آهي ته حروف مقطعات جي ڪا به معنيٰ ڪانهي. ڪو به مقصد ڪونهي، جيڪڏهن آهي ته اهو به الله ڄاڻي ٿو يا وڌ ۾ وڌ رسول به ڄاڻي ٿو ۽ بس. ته آئون انهيءَ سوچ کي غلط قرار ڏيان ٿو، رد ڪيان ٿو، انهيءَ جو انڪار ڪيان ٿو ۽ في الحال انهيءَ جي رد ۾ صرف ايترو عرض ڪيان ٿو ته انهن حرفن جي معنيٰ شرح ۽ تفسير پوءِ بيان ٿيل سڄي جا



سڄي سورت آهي ۽ اها حقيقت ۽ گذارش حتمي آهي ۽ طئي ٿيل ڄاڻجي. ۽ ڪوجنا لاءِ جيڪا وڏيڪ مشق ڪجي تا ته اها هن لاءِ ته اهڙيون سورتون ڪيئن انهن حرفن جو شرح آهن.

هونئن جيڪڏهن عام قسم جي عالمن ڳي صحيح مڃون ته هي ٻي معنيٰ ۽ بي مقصد حرف آهن، ته انهيءَ سان قرآن حڪيم جهڙي مثالي ڪتاب جي شان بابت گهٽتائي جو الزام ايندو ۽ ان ۾ فضول ڪلام جي ۽ بي مقصد ڪلام جي ملاوٽ جو الزام ايندو ۽ حروف مقطعات کي بي معنيٰ مقصد سڏڻ وارن جي خدمت ۾ منهنجي هي گذارش آهي ته جيڪڏهن اوهانجي اها سوچ صحيح هجي ها ته اوهان ڪان اڳ ۾ رسول سائين جي زماني وارا ٻڌندڙ مخالف ۽ دشمن عرب يا غير عرب اهي ئي ڏمچر مچائي ڏين ها، ته ڏسو هي قرآن ڪهڙي قسم جو ڪتاب آهي جيڪو ڦرهي جا اکر الف با تا ثا جيڪي بي معنيٰ آهن، اهي هرو ڀرو پيو وحي ذريعي موڪلي ۽ لکائي، پر اصل ڳالهه هي آهي ته اهي مخالف به ان انداز کي ڄاڻن پيا بلڪ شارٽ فارم ۽ مخففات جو خود پنهنجي گفتگو ۾ به استعمال ڪندا هئا، ان ڪري انهن به وحي جي ڪلام کي پنهنجي رواج ۽ انداز گفتگو جي عين مطابق سمجهو ۽ ڪو به شور ۽ غوغا نه ڪيو ته قرآن ۾ هي بي مقصد حرف ڇو آيا آهن، نه ته اهي ماڻهو اهڙا ته اڻ سهو ۽ موقعي باز هئا جو ڪڏهن به اهڙي خاميءَ کي معاف نه ڪن ها، جيئن اوهانکي معلوم آهي ته انهن قرآن حڪيم مٿان هي به اعتراض ڪيا هئا ته هي ڪهڙي قسم جو ڪتاب آهي جنهن ۾ مڇر جهڙي حقير ۽ خسيس شيءِ جو به ذڪر ڪيو ويو آهي انهن ڇٽن کي ته مڙيئي قرآن مٿان ٺٺول ۽ اعتراض ڪرڻ مقصد هئو. هونئن سڀ ڪو ڄاڻي ٿو ته مڇر قدرت جو جراثيمي بم آهي يا زهر ڪان ڀريل ميزائيل آهي جو باقائدي آٽوميٽڪ آهي، اڏامڪ آهي خودڪار قسم جو وڏو گوريلو آهي، جو اڳ ۾ ڪن وٽ اچي، للڪار ڪري ٻڌائي، پوءِ حملو ڪندو آهي، چوريءَ وڙهڻ جو قائل ڪونهي، هن قدرتي بم جي وڏي خاصيت اها آهي، جو صرف انهن کي نشانو بڻائيندو آهي جيڪي ٻي احتياطي قسم واري زندگي گذاريندا آهن ۽ بچاءَ واريون تدبيرون اسپري، مڇرداني واري حفاظتي مورچي ۽ گندگي

ڪان صفائي واريون تدبيرون نہ ڪندا آهن. اهي ان جو نشانو ٻڻبا آهن،
باقي پاڻ وارا بم تہ هر ڏوهي بي ڏوهي سڀني لاءِ تباهي آڻي ڇڏيندا آهن،
تڏهن بہ رب پاڪ انهن قرآن دشمنن جي اعتراض جو ذڪر ڪري سورت
بقره جي آيت نمبر ٢٦ ۾ جواب طور فرمايو تہ:

ان الله لايستحيي ان يضرب مثلا مابعوضة فما فوقها
(يعني الله مڇر جهڙين شين جي قرآن ۾ بيان ڪرڻ کان عار نٿو ڪري)

رب پاڪ جي اهڙين ڳالهين تي مومنن کي تہ ويساهہ آهي، باقي
ڪافرن جو تہ ڏنڊو ئي اجايا سجايا اعتراض ڪرڻ آهن. بهرحال قرآن جون
اهي ننڍيون ننڍيون شيون بہ وڏي وڏي مقصد ۽ مفهوم واريون آهن توڙي
ڪٿي اهي مرڪب الفاظن جا جدا جدا حرف هجي ڪرڻ وارا ڇو نہ هجن،
شايد پڙهندڙن کي ان حقيقت جو حال ۽ پتو بلا شاهہ جي شعر جي هن بند
مان سمجهہ ۾ اچي تہ:

"اڪ نقطي وچ ڳل مڪدي اي"

يعني ڏاهن ۽ سياڻن لاءِ نقطو بہ ڪوڙ آهي، اشارو بہ ڪافي آهي
جنهن کي سائنسي ٻوليءَ ۾جين ٽيڪنالاجي بہ سڏيو وڃي ٿو ۽ ڪلوننگ
سائنس بہ سڏجي ٿو تہ حروف مقطعات بہ سياڻن لاءِ اشارا آهن ۽
سمجهدارن لاءِ ڪوڊ ورڊ آهن. ۽ ڪيترن ئي فلسفي حڪمتن جو بنياد آهن
جن مان ڪي بہ مخالف ماحول ۾، وچ ۾ ويهي ڏارين جي روبرو بہ ڪتب
آڻي موجود ساٿين کي پنهنجي مخصوص شارٽ ڪورس ذريعي بغير
ڪنهن پتاڙ جي پيغام ڏيئي ڇڏجي پر اهو ڪوڊ ورڊن جي ضرورت ۽
ڪلچر ظالم سماج خلاف لڙندڙ انقلابي تنظيمن کي هوندي آهي. اشارن
جي ٻولي جي ضرورت عياش، ڪم چور، محلاتن ۽ زيورن جي چن چناهٽ
۾ پلجندڙ پيٽ پرين کي ڪهڙي پوندي. اهي تہ ائين ئي چئي ڇڏيندا تہ
حروف مقطعات جي ڪا بہ معنيٰ مقصد ڪانهي ڪا. جيئن مون عرض
ڪيو تہ حروف مقطعات قرآن پاڪ جي جن ڪل ٢٩ سورتن اڳيان آيا آهن
انهن مان ٢٧ سورتون مڪي آهن، باقي صرف ٻن مدني سورتن اڳيان
حروف مقطعات آيا آهن، مڪي سورتن جي حوالي سان منهنجي متين



گذارش جي تصديق ٿئي ٿي تہ مڪي ۾ ظالم جابر سردارن، غلام ساز
جاگيردارن خلاف رسول سائينءَ جيڪا انقلابي ٽيم ٺاهي هئي، انهن کي
يقين سان شارٽ فارم وارا ڪوڊ ورڊ استعمال ڪرڻ جي ضرورت پئي
هوندي، ان ڪري وحي واري ڪلام ۾ بہ ڪين اهڙي تربيت ۽ سکيا ڏني
وئي آهي. باقي ٻن مدني سورتن ۾ حروف مقطعات آيا آهن، جو اتي بہ
ڪجهہ چالباز ۽ سرمائيدار يهودي ۽ نصارا هئا، جن کي اهو ٻڌائڻو هو تہ
بقره ۽ آل عمران تورات ۽ انجيل جو بدل آهن. هونئن هيءَ منهنجي صرف
هڪڙي توجيهہ آهي، علماءَ وڏيڪ کوجنا ڪري اجا وڌيڪ بہ حقيقتون
ڳولي سگهن ٿا ۽ مونکي پنهنجي توجيهہ لاءِ ڪو بہ ضد ناهي ۽ دعويٰ
ناهي تہ هرورورو منهنجي ڳالهہ ڪا حرف آخر آهي، هنڪي اصطلاح سازي
جي طور تي ڪم آڻي سگهجي ٿو، منهنجي هن پيش ڪيل توجيهہ جو
هڪڙو قياسي قسم جو پس منظر آهي، بلڪہ حروف مقطعات کي بي
مقصد ۽ بي مفهوم چوڻ وارن جي جواب ۽ رد ۾ هي عرض ڪرڻو آهي تہ
علم نجوم ۽ رمل وغيره وارن بہ تہ انهن هجي وارن حرفن جي بي معنيٰ ۽
مهمل مرڪب لفظن يعني ابجد هوزحطي ڪلمن سعفص قرشت ثخذ ضظغ
مان ڪيڏو نہ وڏو ڪاروبار ۽ بزنس پڪيڙي ڇڏيو آهي ۽ انهن جون معنائون
۽ مفهوم گهڙي پيا ٿا گذر سفر ڪن ۽ تجربن جي بنياد تي ٽوٽڪا ٺاهي
گهراڻن ناهڻ ڏاهڻ کان وٺي حڪومتن ناهڻ ڏاهڻ تائين وڃنا انهن حرفن
جون آبي، آتشي، بادي ۽ خاڪي طبيعتون ناهي انهن عنصرن جي تاثيرات
جي حساب سان فردن ۽ شخصن جون مزاجون سوچن ۽ انهن جي آڌار تي
هڪ وڏو علمي تجرباتي ۽ طلسماتي ڪورس جوڙيون وينا آهن، پوءِ چا
علم نجوم وارن جي ريسرچ جيڪا صدين کان وٺي اڄ تائين جاري آهي ۽
نئين سج نوان تجربا ڪري رهيا آهن ۽ انهن ۾ واڌارا بہ آڻي رهيا آهن تہ چا
جيڪڏهن منهنجي مٿي عرض ڪيل گذارش تہ حروف مقطعات جي پيش
نظر ۽ انهن جي ماتحت آيل سورتن جي ريسرچ ٿيڻ گهرجي. مضامين اندر
موضوعن جي تعين سان شارٽ فارمن جي تطبيق جي عمل ۽ پريڪٽس
کي وڌائجي، اهو مطالبو ڪو ڏوهہ ڪونهي ۽ هي خوردبين ڪنميرائن جو

دور آهي ۽ هن دور ۾ انهن تي وڏو ڪم ٿيو آهي ۽ جيڪڏهن وڏيڪ محنت
ڪجي تہ شايد جزلا يتجزي جي حدن کي بہ اورانگهي وڃجي ۽ يورينيم
جي پيسائيءَ ۾ وڌيڪ ترقي ڪري انهن عالمن جي تحقيق جي روشني ۾
تہ حروف مقطعات ٻج جي هڪ ذاتي مثل آهن ۽ انهن جي ذيل واري سورت
ان ٻج مان ڦٽندڙ هڪ مڪمل وڻ مثل آهي وانگر مادي جي ابتدائي خلين ۽
بنيادي جين تي بہ علمي ڪئميرائون لڳائي وحدت الوجود جي مسئلي تي
بہ وڌيڪ تحقيق ڪندي ڪندي فاسٽل بہ خبيرا جي رهنمائي ۾ قرآن حميد
جو وڏي ۾ وڏو تفسير ڪري سگهجي ٿو ۽ سياڻي جلد اها گهڙي اچڻ
واري آهي جنهن ۾ عالمي جاگيردارن ۽ سرمائيدارن ورلڊ بئنڪ ۽ آئي ايم
ايف جي سٽين جي هڪ هٽي کي ٽوڙي انهن کي فلانقيم لهم يوم القيامة
وزناه يعني انقلاب واري ڏينهن سرمايہ دارن کي سوريءَ تي ٽنگي انهن جو
ملهہ ٽڪي پنسي ڪان بہ ڪيرايو ويندو ۽ سائنسي رهنمائيءَ ۾ جينيٽڪ
ٽيڪنالاجي جي ليٽيسٽ فارمولن سان تجري من تحتها الانهار مثل
انساني زندگي کي غلامي جي زنجيرن مان آزاد ڪري سگهجي ۽ اهڙو
دور انهن ڏينهن ۾ ايندو جڏهن علم ايترو ترقي ڪري ويندو جو
حروف مقطعات جي مثل نديڙن سگنلس مان اڳلي سڄي سنسار کي
باغ بهار بنائي ڇڏبو ۽ ورلڊ ٽريڊ آرگنائيزيشن جي اجاره داري مان جان
ڇٽي پوندي.

### حقن لاءِ نہ وڙهندؤ تہ ٻي قوم اچي توهان کان ملڪ کسي وٺندي

جيڪي قومون پنهنجي حقن لاءِ ۽ بقا لاءِ نہ وڙهنديون تہ انهن جي ملڪ
تي ٻيون قومون قابض ٿي وينديون ۽ هي انهيءَ قابض قوم کي ڪجهہ بہ
نقصان پهچائي نہ سگهندا. پڙهي ڏسو سورت توبہ آيت ۳۹ الاتنفروا،
يعذبكم عذابا اليما ويستبدل قوما غير كم ولاتضروه شيئا.



## محڪمات ۽ متشابہ آيتن جي معنيٰ

سورت آل عمران جي آيت نمبر ست ۾ رب سائينءَ قرآن حڪيم کي
سمجهڻ لاءِ پاڻ رهنمائي ڪندي سيڪاريو آهي تہ:

**هو الذي انزل عليك الكتاب منہ آيات محكمات هن ام
الكتاب واخر متشابهات فاما الذين في قلوبهم زيغ
فيتبعون ماتشابہ منہ ابتغاء الفتنة وابتغاء تاويلہ ومايعلم
تاويلہ الا الله والراسخون في العلم يقولون آمنا بہ كل
من عند ربنا وما يذكر الا اولوا الالباب**

(يعني رب پاڪ قرآن حڪيم جون جيڪي بہ آيتون نازل ڪيون آهن
انهن مان ڪجهہ محڪمات آهن ۽ ڪجهہ متشابهات محڪم آيتن جي
معنيٰ آهي تہ انهن جي الفاظن جي معنيٰ مطلب ايترو تہ چٽو ۽ ظاهر ٿيل
هوندو جو انهيءَ ڪانسواءِ انهن لفظن جي ٻي ڪا معنيٰ جڙي ڪانہ
سگهندي، نهي ڪانہ سگهندي. اهي الفاظ ۽ معنيٰ هڪ ٻئي لاءِ پڪي
نموني محڪم نموني لازم ملزوم هوندا.)

مثال طور سمجهڻ لاءِ عرض آهي تہ: "قل هو الله احد" يعني اي
پيغمبر اعلان ڪر تہ الله هڪڙو آهي. هاڻي اتي ٻي ڪنهن بہ معنيٰ جي
گنجائش ڪانهي تہ احد لفظ ۾ ڦيرڦار سان ڪو ٻيو مطلب معنيٰ بہ ڪوٺي
ڪجي. جڏهن ائين نہ ٿو ٿي سگهي تہ لفظ احد جو يا اها آيت توحيد جي
معنيٰ ۾ محڪم ۽ پڪي ڇٽي ويندي، ۽ سورت انعام جي آيت نمبر ۱۹ ۾
آهي تہ:

قل انما هواله واحد وانني بريءٌ مماتشركون

(يعني هن ڪانسواءِ ٻي ڪابه ڳالهه ڪانهي ته الله هڪ ئي آهي،
جيڪو يڪتا، يگانه ۽ بي مثال آهي)

ته انما هواله واحد لفظن جي، الله جي هيڪڙائي کان سواءِ ٻي ڪابه
معنيٰ ڪانهي. ان حقيقت لاءِ اها آيت محڪم چئبي ته ان قسم جون آيتون
جن جا الفاظ پنهنجي معنائن لاءِ ڪليل ۽ پڌرا هوندا ۽ انهن مان ڪي به
ٻن ٽن قسمن جون معنائون نه ٿي سگهنديون ته اهڙن الفاظن واري آيت
کي محڪم چيو ويندو ۽ انهن آيتن کي مٿين آيت ۾ ام الڪتاب سڏيو
ويو آهي. يعني مرڪزي آيتون.

متشابه آيتن جي الفاظن جون هڪ معنيٰ بدران گهڻيون ساريون
معنائون هونديون آهن، پر انهن گهڻين معنائن مان ان جاءِ تي ڪا ئي
هڪڙي معنيٰ ئي متعين ۽ مراد مقصود هوندي آهي، نه ئي سڀئي ۽
گهڻيون ساريون ۽ اها معنيٰ به تشبيهي قسم جي معنيٰ هوندي آهي نه
اصلي ۽ حقيقي، اهو ان ڪري ته حقيقي معنيٰ اسانجي علمي پهچ کان ۽
سمجهڻ کان مٿيري ۽ اوت ۾ هوندي آهي ايتري تائين جو اسانکي ان
اصلي ۽ حقيقي معنيٰ تائين پهچڻ جون سهولتون ۽ وسيلا وجي حاصل
ٿين، پوءِ جيتري تائين اسانجو عقل فهم جنهن معنيٰ تائين رسائي ڪري
سگهندو ايتري تائين انهن گهڻين معنائن مان اها سمجهه ۾ ايندڙ معنيٰ
مقصود هوندي ۽ اڳتي جيئن علمي پهچ وڌندي ويندي تيئن تيئن حقيقي ۽
اصلي معنيٰ تائين پهچ حاصل ٿيندي ويندي، تان جو ڪنهن مرحلي ۾
متشابهه الفاظ ۽ آيت، متشابه مان بدلجي محڪم تائين به ٿي ويندي، ان
ماجرا کي مثال جي طور سمجهڻ لاءِ عرض آهي ته، سورت اعراف جي آيت
نمبر ٥٤ ۾ آهي ته رب پاڪ آسمانن ۽ زمينن کي ٺاهڻ کان پوءِ ثم استوي
علي العرش يعني عرش تي قادر ۽ متمڪن ٿيو ته هاڻي هتي عرش جي
اصلي ۽ حقيقي معنيٰ ته اهو تخت آهي جيڪو ڪاٺ ۽ لوهه وغيره کي
ملائي جوڙيو ويندو آهي پر هتي لفظ عرش جو، تشبيهي طور ڪتب آندو
ويو آهي ۽ پنهنجي حقيقي معنيٰ ۾ استعمال نه ڪبو بلڪ تشبيهي ۽



مجازي معنيٰ هتي مقصود آهي ۽ اها آهي ته رب پاڪ ڪنٽرول سنڀالي
ورتو ۽ قبضي ۾ آڻي ورتو ڪائنات کي، انهيءَ معنيٰ جي سمجهڻ لاءِ
وڌيڪ عرض آهي ته قرآن پاڪ ۾ آهي ته:

وكان عرشه علي الماءِ

(يعني رب سائين جو عرش پاڻي تي آهي)

ته ان لاءِ به قدس سره واري لڏي حديثون ٺاهي ورتيون آهن ته رب
سائين وچ سمنڊ ۾ تخت رکي وينو خدائي هلائي، انهن حديثن تي ڪهڙو
تبصرو ڪجي ان لاءِ مختصر عرض ته منهنجو ڪتاب قرآن مهجور پڙهي
ڏسندا. باقي آيت سڳوري ته رب سائين جو عرش پاڻي تي آهي ان جي
سمجهڻ لاءِ خود قرآن پاڪ سمجهائي ڏني ٿو ته:

وجعلنا من الماءِ ڪل شيءِ حي

(يعني ڪائنات جي حياتيءَ جو تعلق پاڻي سان آهي، هر شيءِ جو
جياپو پاڻي سان آهي)

مجرد خشڪ مادو بغير پاڻيءَ جي مرده هوندو، ڪنهن به ساهواري
شيءِ جي حياتي ۽ ان جي رطوبت پاڻي جي طفيلي آهي ته ان حقيقت کي
ذهن ۾ رکي پوءِ غور ڪجي ته وڪان عرشه علي الماءِ جي معنيٰ بهتر
نموني سمجهه ۾ ايندي. اها هيءَ ته الله جو عرش پاڻيءَ تي آهي جي معنيٰ
آهي ته حياتي الله جي ڪنٽرول ۽ قبضي ۾ آهي. متشابهه الفاظن جو قرآن
پاڪ ۾ استعمال ڪرڻ ان ڪري ضروري آهي ته هي ڪتاب ازلي ڪتاب
آهي، ابدي ڪتاب آهي، ڪائناتي ڪتاب آهي، هن ڪتاب جون حقيقتون
دائمي قسم جون آهن، هن جي رهنمائي هر دور جي لاءِ آهي جيئن جيئن
علم جون حقيقتون کلنديون وينديون، تيئن تيئن انهن متشابهه معنائن
وارين آيتن ۽ الفاظن مان اسان جي زماني وارا خاص ڪري وڌيڪ علم ۽
عقل وارا، انهن حقيقتن تائين پهچي متشابهه کان محڪم جي منزل
حاصل ڪري وٺندا ۽ اوتري تائين پهچي ويندا جو ته حقيقي لحاظ سان ته
سڄو قرآن محڪمات آيتن ۽ الفاظن تي مشتمل آهي جيئن سورت هود
جي منڍ ۾ فرمان آهي ته:

## ڪتاب احڪمت آياته

(يعني هي ڪتاب اهو آهي جنهن جون آيتون باقاعدي سڀ جو سڀ محڪم آهن)

هونئن سورت زمر جي آيت نمبر ٢٣ ۾ فرمان آهي ته:

**الله نزل احسن الحديث ڪتابا متشابها مثاني تقشعر منه جلود الذين يخشون ربهم**

هتي پوري سموري قرآن کي ڪتابا متشابها به سڏيو ويو آهي، اتي هي معنيٰ ٿيندي ته رب پاڪ قرآن حڪيم کي اهڙو ته متوازن متناسب سهڻين حديثن وارو ڪتاب ڪري نازل ڪيو آهي جنهن جون ڳالهيون هڪ ٻئي سان ملندڙ، ربط واريون آهن، ڪٿي به تضاد ۽ تڪراءُ ڪونهي، سچائي ۽ حقانيت ۾ اهڙيون جو الله جو خوف رکڻ وارن کي ڏڪايو ڪنبايو ڇڏين. پوءِ انهن جون دليون قرآن تي عمل ڪرڻ لاءِ نرم ٿيو پون، آماده ٿيو پون. بهرحال هن آيت ۾ متشابهہ مان مراد هڪ ٻئي سان ملندڙ يعني تڪرائڻ کان پاڪ آهي. پوءِ جيئن ته حقيقي طور سمورو قرآن محڪم آيتن تي مشتمل آهي ته پوءِ اهل علم وارن، سائنسدانن، عقلمندن مٿان فرض آهي، انهن جي ڊيوٽي آهي ته قرآن جي متشابهہ الفاظن جي حقيقي معنائن جي جستجو ۾ رهن، پر پوءِ به متشابهہ الفاظن جو استعمال ان ڪري ضروري ۽ لازمي آهي ته انساني عقل فهم لاءِ علم جا جيڪي دروازا کلي رهيا آهن اهي ڏاڪي بڏاڪي آهن، تدريجي نمونې آهن، امالڪ هرشيءِ هڪ ئي وقت ۾ معلوم ڪرڻ مشڪل آهي، ان جي سمجهڻ لاءِ مثال عرض آهي ته پهريائين وڏي فاصلي تي هڪ ٻئي سان ڳالهائڻ لاءِ ٽيليفون ايجاد ٿي ان ۾ تار جي ذريعي طور استعمال ڪرڻ لازمي هئو پوءِ اڳتي هلي تار کان سواءِ به ڳالهہ يا آواز پهچائڻ ممڪن ٿي ويو، جنهن سان ريڊيو ۽ وائرليس ايجاد ٿي، وري سائنسي تجربا ڪجهہ اڳتي وڌيا ته اهڙيون فلمون نهيون جن سان تصويرن ۾ چرپر پيدا ڪئي وئي ۽ انسان جو سمورو عمل جيڪو ڪئميرا ۾ بند ڪجي پيو، اهو محفوظ ٿيءُ وڃي پيو، پوءِ وري اڳتي هلي اجا ترقي ٿي جو اهي فلم ۾ آيل تصويرن ۾ انهن جو



آواز به محفوظ ٿي ويو، وري انهن فلمن ۾ بليڪ اينڊ وائيٽ کان ترقي ڪري ان ماحول جا سڀ رنگ تصويرن ۾ اصلي حالت ۾ نقل ٿيڻ لڳا ته سائنس جي انهيءَ ترقيءَ اسانجي لاءِ سورت ياسين جي آيت نمبر ٦٥: کي متشابهہ جي زمري مان ڪڍي محڪم آيتن جي گروپ ۾ آڻي ڏيکاريو.

**اليوم نختم علي افواههم و تڪلمنا ايديهم و تشهد ارجلهم بما ڪانوا يڪسبون**

جي معنيٰ ته قيامت ڏينهن لاءِ رب سائين فرمائي ٿو ته اسان جوابدارن جي وات کي سيل مهر ڪري، انهن جي هٿن ۽ پيرن کان انهن کي انهن جي ڪرتوتن بابت شاهدي ڏياريندا سون ته هاڻي مٿي عرض ڪيل سائنسي ايجادن جي روشني ۾ هٿن پيرن جي ڳالهائڻ جي معنيٰ جيڪا قرآن پاڪ متشابهہ الفاظن ۾ اسانکي سيڪاري هئي چو ته نبي سائين جي زماني ۾ اجا فلمون ايجاد ڪونہ ٿيون هيون ته تشبيهہ جي طور ڪير ڪنهن کي ائين ئي سمجهائي پئي سگهيو جيئن قرآن پاڪ ۾ الفاظ آيا آهن ۽ انهيءَ تي به ضرور ڪي ماڻهو پريشان ٿيا هوندا ته هٿ پير ڪيئن ڳالهائيندا؟! پر هاڻي هن ئي وي ۽ مووين جي دور ۾ مٿين آيت جا الفاظ متشابهہ جي زمري ۽ گروپ مان نڪري محڪم آيتن جي گروپ ۾ اچي ويا، اهو هن طرح ته ڪنهن ڪوڙ ڳالهائيندڙ گنهگار ۽ جوابدار لاءِ انڪي چيو ويندو ته تون هاڻي وات بند رک يا ڪٿي ان جو وات بند ڪرائي پوءِ انجي عملن جي، جن جي بابت هو ڪوڙ ڳالهائي رهيو هئو ته انجي مووي چالو ڪري ان کي سامهون ڏيکاري ويندي جنهن ۾ انجا هٿ پير ۽ سڀ عضوا اهي عمل ڪندي پيا نظر ايندا ته اهو به هڪ قسم جو هٿن پيرن جو ڳالهائڻ ئي چئبو. قرآن حڪيم اندر اهڙن متشابهہ الفاظن جو استعمال خود قرآن حڪيم جي عظمت جو بهترين دليل آهي ته هي ڪتاب هر دور جي جدتن ۽ ترقين جي زمانن ۾ به رهنمائي ڪرڻ جوڳو ڪتاب آهي ۽ هر علائقي جي هر ليول جي سمجهہ رکڻ وارن ماڻهن کي رهنمائي ڪرڻ وارو ڪتاب آهي ۽ اهو سڀ ڪجهہ انهن متشابهہ آيتن جو ڪمال آهي، جن سان هي ڪتاب ارتقا جي هر منزل کان اڳيرو ٿو نظر اچي، جيڪو افريڪا

جي تمام پوئتي پيل جھنگلين ۽ جابلو اڻ ڄاڻن ۽ يورپ جي ترقي يافتہ مريخ جي مسافرن کي بہ ھڪ جھڙو سمجھہ ۾ اچي. بلڪل اھڙي نموني سورت ياسين جي آيت نمبر ٣٨ ۾ والشمس تجري لمستقر لھا يعني سج پنھنجي منزل طرف روان دوان آھي اھو آسماني ڪُرن بابت سائنس جي ليٽيسٽ ۽ جديد انڪشافن کان اڳي معلوم نہ ٿي سگھندو ھئو تہ خلائن ۾ واقع ڪرا ڪيئن سفر ڪن ٿا؟ ھنن جي رفتار ڪيتري آھي؟ ڪھڙي طرف آھي؟ ساڳي سورت جي آيت نمبر ۴٠ ۾ آھي تہ:

ڪل في فلڪ يسبحون

(يعني ڪھڪشان جو ھر ڪرو پنھنجي پنھنجي دائري ۾ برق رفتاريءَ سان تري رھيو آھي)

قرآن حڪيم جون اھي آيتون اڄ جي دور کان اڳي نزول قرآن جي زماني ۾ متشابھہ آيتن جي گروپ مان ليکيون وينديون ھيون، پر ھاڻي جڏھن لئبارٽرين جي تيز رفتار ڪئميرائن ۽ اوزارن ڪھڪشائن جي ڪرن جي چرپر کي فلمبند ڪري ورتو آھي تہ اھي آيتون بدلجي محڪمات جي گروپ ۾ اچي ويون آھن، اھڙي نموني ڪنھن ھنڌ قرآن مجيد ۾ يدالله چيو ويو آھي يعني الله جو ھٿ ۽ ڪٿي الله جو منھن چيو ويو آھي، ڪٿي الله جي پني جا لفظ آيا آھن تہ اھي سڀ لفظ پنھنجي اصلي ۽ حقيقي معنيٰ ۾ استعمال ٿيل ڪونہ آھن، بلڪ متشابھہ معنائن وارا الفاظ آھن ۽ صرف اسانجي ناقص سمجھہ سبب سمجھائڻ لاءِ اسانجي عقل آھر واپرايا ويا آھن، ان ڪري الله جو ھٿ يا منھن يا پني اسانجي ھٿ، منھن، پني وانگر سمجھڻ نہ گھرجي ۽ اھڙي نموني جنت ۽ جھنم جا تفصيل جن الفاظن سان سمجھايا ويا آھن، اھي بہ متشابہ الفاظ آھن، انھن جو استعمال صرف اسانجي سمجھہ ۽ فھم جي ناقص ھئڻ سبب ڪري ٿيو آھي جو اڳلي جھان جي ڪيفيتن کي اسان ھن جھان ۾ پروڙي نہ سگھندا سين، جن جي مختصر سمجھاڻي مٿين مثالن ۾ اچي چڪي آھي، ان ڪري آخرت جي سمجھاڻيءَ لاءِ آيل آيتن کي بہ ھوبھو ائين سمجھڻ نہ گھرجي، اھي صرف تمثيلون آھن اسانجي ڄاڻ آھر، نہ تہ اُصلي ۽ حقيقي معنيٰ اجا ڪا



ٻي طرح آھي، پر موجوده مثالن ۽ تشبيھي الفاظن سان ضرور اھي ملن جلن ٿا. متشابھات آيتن جي سمجھائڻ لاءِ مون ھي مضمون خاص ڪري ھن لاءِ لکيو آھي جو ڪيترن ئي فرقي باز گروھن پنھنجي پنھنجي گروھي مفادن ۽ ترجيحن کي قرآن مان ثابت ڪري ڏيکارڻ لاءِ قرآن پاڪ جون غلط معنائون ڪيون آھن ۽ اھي حرڪتون خاص ڪري متشابھہ الفاظن ۽ آيتن جي معنائن ۾ ڪيون اٿن، جن ڏي خود قرآن حڪيم بہ سورت آل عمران جي منڍ ۾ ھن طرح بيان فرمايو تہ: -1

فاماالذين في قلوبھم زيغ فيتبعون ماتشابہ منہ
ابتغاءِ الفتنة وابتغاءِ تاويلہ

(يعني جن ماڻھن جي دلين ۾ کوٽ آھي پوءِ اھي متشابھہ الفاظن مان فتنن اڀارڻ لاءِ غلط تاويلن جو پيڇو ڪري ماڻھن کي گمراھہ ڪن ٿا).

قرآن حڪيم جن ماڻھن لاءِ فرمائي ٿو تہ انھن کي دل ۾ کوٽ آھي ۽ ھو فتنو ڦھلائڻ لاءِ قرآن حڪيم جي مشن انساني ميڙن، معاشرن، سماجن ۾ وحدت پيدا ڪرڻ خلاف، فرقي بازيون ڪرڻ، جن جو مقصد آھي، اھي قرآن جي متشابھہ الفاظن جون، اھڙيون تہ معنائون ڳولي ڦٽ ڪندا جو جن مان فڪري لحاظ سان، اصول پرستي بدران، شخصيت پرستي جنم وٺي، نسل پرستي جنم وٺي ۽ گروھي ھٽ ۽ دڪان کلڻ جو ڪلچر پيدا ٿئي، ۽ قرآني مفھوم جي عموميت، جامعيت ۽ ھمہ گيريت بدران ماڻھن ۾ تنگ نظري ۽ فرقيواريت پئدا ٿئي، انھيءَ ماجرا کي سمجھڻ لاءِ امام ابن تيمية جي ڪتاب مقدمہ في اصول التفسير، چپيل شارع شيش محل لاھور ص ٣٩ تي شيعن رافضين جي تفسير مان عبارت لکي ٿو (جنھن جي عربي عبارت بدران آئون ھت سنڌي ۾ خلاصو لکان ٿو) آيت، ان الله يا مرڪم ان تذبحوا بقره يعني خدا اوھان کي ڳئون ڪھڻ جو حڪم ڏئي ٿو تہ اتي ڳئون مان مراد عائشہ کي قرار ڏين ٿا، ۽ آيت قاتلوا ائمة الڪفر يعني ڪفر جي اڳواڻن کي قتل ڪيو ان مان ھو حضرت طلحہ ۽ زبير مراد وٺن ٿا ۽ قرآن پاڪ جي الفاظن مرج البحرين يعني ٻن دريائن جي ملڻ جي ڳالھہ قرآن ڪئي آھي ان جي معنيٰ شيعہ حضرات جي تفسير علي ۽ فاطمہ ڪئي آھي

۽ قرآني الفاظن الؤ لؤ والمرجان يعني موتي ۽ مرجان جي معنيٰ حسن
حسين ڪئي آهي ۽ ڪل شي احصيناه في امام مبين. يعني يعني اسان
هر شيءِ کي محفوظ ڪيو آهي، قرآن ۾ ته هنن قرآن بدران معنيٰ ڪئي
آهي علي. ۽ عمر يتسائلون عن النبا العظيم. جي معنيٰ علي ڪئي آهي
جڏهن ته نبا عظيم جي معنيٰ آهي انقلاب جي وڏي خبر ۽ آيت:

### انما وليكم الله و رسوله والذين آمنو الذين يقيمون الصلواة ويؤ تون الزكواة وهم راكعون.

ته هن آيت جو مصداق به انهن جا تفسير لکن ٿا علي (انهي باوجود
جو آيت ۾ استعمال ٿيل صيغا جمع جا آهن پوءِ به معنيٰ مفرد جي!!) ۽
آيت اولائک عليهم صلوات من ربهم ورحمہ. ان جي مصداق به علي کي
قرار ڏينثا (توڙي جو ضميرمفرد بدران جمع جا آهن تڏهن به معنيٰ مفرد
واري) امام بن تيميہ اڳتي وضاحت ته ڪانه ڪئي آهي پر لڳي ٿو ته شيعن
کان پوءِ سني صاحبن جي به اهڙي سوچ جا مثال ڏنا اٿس سورت آل عمران
جي آيت نمبر ۱۷:

### الصابرين و الصادقين والقانتين والمنفقين والمستغفرين بالا سحار

جي معنيٰ هن طرح ٿا ڪن ته الصابرين معنيٰ رسول الله، صادقين
معني ابوبڪر قانتين معنيٰ عمر منفقين معنيٰ عثمان مستغفرين معني
علي. اڳتي آيت محمد الرسول والذين معہ معني ابوبڪر، اشداء علي
التكفار معني عمر، ۽ رحماء بينهم معني عثمان تراهم رڪعا سجدا جي
معني علي. ۽ والتين جي معني ابوبڪر والزيتون. معني عمر، وطور
سينين معني عثمان، وهذا البلد الامين معني علي. پڇاڙي ۾ابن تيميہ
صاحب لکي ٿو وامثالهذه الخرافات. يعني انهن جهڙيون ٻيون به ڪوڙ
خرافات آهن وري اهڙي نموني متشابه الفاظن جي غلط معني جو مثال
جيئن عيسائين ۽ انهن جي تابعداري ڪندي مسلمانن به حضرت عيسيٰ
عليہ السلام کي بغير پيءُ جي پيدا ٿيڻ جو عقيدو اختيار ڪيو ۽ عيسيٰ
عليہ السلام جي وفات جو انڪار ڪندي ان جي آسمانن تي ڪجهي وڃڻ جو



عقيدو عيسائين ۽ مسلمانن جو هڪ آهي، جيڪو قرآن واري سيڪا[illegible]
حڪم جي خلاف آهي ۽ اهو عقيدو حديثن جي پيداوار آهي ته عيسيٰ کي
آسمانن تي ڪٿي موت کان بچائي تاحال ۽ مستقبل لاءِ زنده رکيو ويو آهي.
اهو اشتباه ۽ شبهو هنن ماڻهن سورت نساء جي آيت نمبر ۱۷۱ مان پيدا
ڪيو آهي، جنهن ۾ آهي ته:

### انما المسيح عيسي بن مريم رسول الله وكلمته القاها اليٰ مريم و روح منه

(يعني عيسيٰ پٽ مريم جو الله جو رسول ۽ الله جي هدايت واري
پروگرام ۽ نظريي جو علمبردار هنو)

جنهن بابت مريم کي به ٻڌايو ويو هئو ته هو وحي واري تعليم
ماڻهن ۾ ڪٿي ايندو. هن آيت جي اندر عيسيٰ عليہ السلام لاءِ روح جي
لفظ ۽ ڪلمۃالله جي جملي ۽ القاها اليٰ مريم جي جملن مان ماڻهن
مشتبه معنائون ورتي، پيدائش حضرت عيسيٰ کي غير فطري بنائي الائي
ڇا مان ڇا ڪري ڇڏيو آهي، آئون هن موقعي تي پڙهندڙن جي خدمت ۾
متشابه الفاظن وارين آيتن بابت درست ۽ صحيح ترجمي جو اصول خدمت
۾ عرض ڪرڻ چاهيان ٿو، جيڪو اهڙي هر موقعي تي ذهن ۾ رکڻ غلط
ترجمن کان بچائيندو. اهو هي آهي ته قرآن پاڪ جن آيتن لاءِ فرمايو آهي ته
اهي محڪمات آهن ۽ محڪمات ام الكتاب آهن ته ام الكتاب معنيٰ
مرڪزي ۽ اصل الاصول قسم جون هدايتون ته هاڻي جڏهن به متشابه
آيتن جو ترجمو ڪبو ته انهن اصولن ۽ ام الكتاب جهڙين مرڪزي هدايتن
جي روشني ۾ ڪبو، موافقت ۾ ڪبو، جيئن سورت الحجرات جي آيت
نمبر ۱۳ ۾ فرمان آهي ته:

### ياايهاالناس انا خلقناكم من ذكر و انثي

(يعني اي انسانو! اسان توهان کي پيدا ڪيو آهي نر ۽ مادي مان)

ته هن واضح، چٽي ۽ پڌري الفاظن واري آيت جيڪا پنهنجي معنيٰ ۽
انداز ۾ محڪم ۽ اٽل آهي، ڪليل آهي، جنهن کي قرآن پاڪ ام الكتاب
سڏيو آهي، ته هاڻي تخليق انسان جو، سموري قرآن ۾ جتي به ۽ جهڙن به

متشابه لفظن سان ذڪر ايندو ته انهن لفظن جو ان باري ۾ آيل محڪم آيت جي تابع تعبير ڪيو ويندو، ڇو ته جڏهن ام الڪتاب موجود آهي، مرڪزي ۽ اصولي گائيڊ لائين ڏني وئي آهي ته ان ڪان ڦري، معنيٰ ڪي هيڏي هوڏي ڪرڻ، اهو في قلوبهم زيغ يعني دلين جي ڪوٽ سبب ٿي ائين ڪير ڪندو هوندو ۽ ابتغاء الفتنه يعني ڪنهن فتني پيدا ڪرڻ ڪري ڪندو هوندو ته هن محڪم رهنمائي ڪانپوءِ:

وارسلنا اليها روحنا فتمثل لهابشرا سويا
(سورت مريم آيت ١٧)

آيت جي هي معنيٰ ٿيندي ته اسان مريم ڏي وحي ذريعي هي حقيقت سمجهائي (هاڻي اهو تفصيل وحي وارو قرآن ڪونه بيان ڪيو آهي. قرآن صرف ڪم جي ڳالهه ڪندو آهي ڇتي ڪوري واري ڏيگهه نه ڪندو آهي. وحي هي هئو ته اي مريم! خانقاهيت جا قانون ٽوڙي ان ۾ رهندڙ عصمتن لٽڻ وارن درنده صفت سجاده نشينن جي قانونن سان بغاوت ڪر، ۽ ڪليسا جا سڀ عياش راهب جيڪي شهواني مقصدن لاءِ حضرت زڪريا ڪان توکي ڪسي پاڻ وٽ رکڻ گهرن ٿا ۽ ان لاءِ قارن جي بهاني توکي حاصل ڪرڻ لاءِ ڪٺا پيا ٿا وجهن، سو مون الله، زڪريا کي حڪم ڪيو آهي ته هو توکي نڪاح ذريعي ڪنهن سان شادي ڪرائي، ۽ تون هن هيڪل جي زندگي ڪان واڪ آئوٽ ڪر، بائيڪاٽ ڪر. وحي جي انهيءَ تفصيل ڏي سورت تحريم جي آيت ۾:

وصدقت بكلمات ربهاوكتبه و كانت من القانتين

يعني بي بي صاحبه پوءِ الله جي هدايتن کي ۽ ڪتاب کي سچو ڪري به ڏيکاريو ۽ هيءَ وڏن فرمانبردار ٻانهن مان هئي. مڪمل طور ڏس ڏيئي پٺي ۽ رهنمائي ڪري پٺي ته:

وصدقت بكلمات ربها وكتبه
(يعني بي بي صاحبه پنهنجي رب جي ڪلمات کي سچو ڪري ڏيکاريو.)

اهي ڪلمات اهي هئا جيئن سورت بقره ۾ آيت ١٢۴ اندر فرمان آهي ته واذا بتليٰ ابراهيم ربه بكلمات فاتمهن يعني جن ڪلمات جي



حوالي سان ابراهيم کان سندس پالڻهار آزمائش ورتي فاتمهن پوءِ ابراهيم ان آزمائش کي پورو ڪري ڏيکاريو، اهڙي نموني مريم به پنهنجي پالڻهار جي ڪلمات کي سچو ڪري ڏيکاريو. اڃا وڌيڪ سورت مريم جي مٿين آيت ۾ هي به آهي ته مريم ڪلمات سان گڏ ڪتابن کي به سچو ڪري ڏيکاريو. يعني انبياءَ بني اسرائيل ڏي موڪليل ڪتاب جن جي مجموعي کي تورات سڏيو وڃي ٿو. بي بي صاحبه اُنهن جي تعليم کي به سچو ڪري ڏيکاريو ۽ اها تعليم هئي هيڪل جي راهبن ۽ پوڄارين، جيڪا موسوي دين ۾ ٻي راهه روي اختيار ڪئي هئي، ٻچڙيون رسمون ايجاد ڪيون هيون، انهن سان بي بي مريم عورت ٿي ڪري ٽڪر ڪاڌو، ته رب پاڪ ان لاءِ فرمايو ته:

وصدقت بكلمات ربها و كتبه و كانت من القانتين

۽ اڃا وڌيڪ سورت آل عمران جي آيت نمبر ۴١ ۾ فرمان آهي ته:

واذقالت النملائكة يا مريم ان الله امطفاك
وطهرك واصطفاك علي نساءِ العالمين

(يعني جڏهن ملائڪن بي بي مريم کي چيو ته اي مريم بيشڪ الله توکي هڪ خاص مشن لاءِ چونڊيو آهي، جهانن جي عورتن مان، تون تمام پاڪدامن رهي اها مهم سرانجام ڏينديءَ، هنن الفاظن تي غور فرمايو وڃي) (ملائڪن جي توجيهه اڳتي بيان ٿيندي)

۽ طهرك لفظ مان يهودين جي بي بي صاحبه جي خلاف پروپيگنڊه ته:

لقد جئت شيئا فريا، ۽ مان كان ابوك امرء سوء
.وماكانت امك بغيا

يعني بيٖ بي صاحبه مٿان زنا جي الزامن جي قرآن ترديد ڪري اڳواٽ اعلان ڪري ٿو ته مريم راهبن سان بغاوت دوران پاڪدامني جي دامن کي به اتم درجي سان سنڀاليو آهي، جو اهڙي ماحول ۾ ڏاڍو مشڪل ڪم هئو. اهي سڀ اعزاز ۽ سرٽيفڪيٽ بي بي مريم کي سندس

ذاتي ڪيريڪٽر ۽ ڪردار تي رب پاڪ ڏنا آهن، انهن ۾ ڪنهن نبي جي ماءُ هجڻ وغيره جهڙو ڪو ٻيو سبب ناهي. بي بي صاحبہ جو هي عصمت بچائي ٻچڙين رسمن کي توڙڻ سان جهان جي نياڻين کي همت ۽ حوصلي سان پنهنجن عصمتن کي خانقاهي درندن سان مقابلي ڪرڻ جي تعليم ڏيڻ، اهو اهڙو ڪارنامو آهي، جهڙي نموني يوسف عليہ السلام مصر جي بازار ۾ وڪامڻ کان پوءِ مصر جي گورنر جي گهر پهچي ان جي زال جي وڪڙ کان بچڻ لاءِ جيل جي زندگي قبول ڪئي پر پنهنجي عصمت تي زنا جو داغ لائڻ نہ ڏنو، تہ الله سائين مريم کي اهي اعزاز بہ ڏکيي ماحول ۾ عصمت بچائڻ سبب ڏنا آهن.

پوءِ ٿيو بہ ائين جو جنهن ماڻهو کي حضرت زڪريا مريم جي مڙس جي طور تجويز ڪيو اهو يوسف نجار (ڊکڻ) هئو جنهن جو ذڪر انجيلن ۾ بہ آهي ۽ قرآن پاڪ ۾ هن ساڳي سورت جي آيت نمبر ١٧ کان ٢١ ۾ ان جو ئي مذڪور آهي جنهن لاءِ فتمثل لهابشرا سويا يعني وحي ۾ ٻڌايل تجويز وارو. ماڻهو هڪ صحتمند انسان مريم وٽ آيو ۽ مريم غير مرد کي پاڻ وٽ ڏسي چيس تہ:

**اني اعوذبالرحمان منڪ ان ڪنت تقيا**

(يعني جيڪڏهن توکي الله جو خوف آهي تہ آئون توکان الله جي پناهہ ۾ ٿي اچان)

تنهن تي هن ورندي ڏنس تہ اهڙي ڳالهہ نہ سمجهہ. انما انا رسول ربڪ مونکي تہ تنهنجي پالينڌ (ذڪريا عليہ السلام) قاصد ڪري موڪليو آهي ۽ بلڪل عين ممڪن آهي ۽ اسانکي الله تي وڏو ڀروسو آهي تہ هو اسانکي اهڙو صحتمند پٽ بہ ڏيندو جيڪو وڏو ٿي هنن هيڪل جي پوڄارين جي مانڊاڻ کي مليا ميٽ ڪندو، ڏاهي پٽ ڪندو. تنهن تي بہ بي مريم فرمايو تہ:

**انيٰ يڪون لي غلام ولم يمسسني بشر ولم اڪ بغيا**

(يعني مونکي پٽ ڪيئن ڄمندو؟ مونکي تہ ڪنهن مرد ڇهيو ئي



ناهي نہ ئي ڪا آئون بدڪار آهيان)

تہ جواب ۾ قرآن اهي لفظ ٻڌايا آهن جيڪي خود حضرت ذڪريا عليہ السلام پٽ لاءِ دعا گهري ۽ رب پاڪ طرفان موٽ ۾ پٽ جي خوشخبري ملڻ تي عرض ڪيائين تہ پٽ ڪيئن ٿيندو؟ آئون پوڙهو منهنجي زال سنڍ تہ رب سائين فرمايو تہ:

**ڪذالڪ الله يفعل مايشاء (٣/٤٠)**

(يعني پٽ اهڙي سسٽم سان ڄمندو جيئن الله جو قانون مشيت آهي)

تہ وري حضرت بي بي مريم کي بہ انهن لفظن سان جواب مليو تہ:

**ڪذالڪ الله يخلق مايشاءَ (٣/٤٧)**

(يعني اهڙي قانون تخليق سان اي مريم توکي پٽ ڄمندو جيڪو قانون الله جي مشيت وارو آهي)

اهو قانون هي آهي تہ:

**ان خلقنا ڪم من ذڪر و انثيٰ**

(يعني تنهنجي شادي ٿيندي نڪاح ٿيندو پوءِ پٽ بہ ڄمندو)

منهنجي هن استدلال لاءِ عرض آهي تہ پڙهندڙ حضرات ذڪريا عليہ السلام کي مليل جواب ۽ بي بي مريم کي مليل جواب جي الفاظن تي غور فرمائين، حضرت ذڪريا جي جواب ۾ يفعل جو لفظ آندو ويو آهي. اتي تہ هو ٻنهي زال مڙس اڳيئي آهن. صرف طبعي نقص آهي پيرسني ۽ سنڍ هجڻ جو، جنهنجي جواب ۾ يفعل جو لفظ آندو ويو تہ انجو علاج ٿي ويندو، ۽ بي بي مريم جي جواب ۾ يفعل جي بدران لفظ آهي يخلق جو تہ انجي معنيٰ قانون تخليق ۾ مذڪر ۽ مونث جو ملڻ ضروري آهي، ان ڪري ان قانون تي عمل ڪرڻ کان پوءِ پٽ بہ ڄمندو. بي بي صاحبہ کي جواب ۾ ان وقت جيئن تہ انجي اجا شادي ٿيل ڪانہ هئي ان ڪري لفظ يفعل جواب ۾ آڻڻ غلط ۽ اڻپورو ٿئي ها، پر ان جي بدلي ۾ يخلق جو لفظ آڻي قانون تخليق تي عمل ڪرڻ جو اشارو ڪيو ويو. قرآن حڪيم ايترا سارا خال ۽

گنئپ ڏگهي قسم جي پراسيس ۾ چڙهي ڏيندو آهي، منهنجي خيال ۾ تہ اهو
بہ وحي واري ڪلام جو حسن ۽ سونهن آهي، باقي پراسيس جي مرحلن
جو ترتيب وار عمل ۾ اچڻ ۽ پاس ٿيڻ، اهو اسانجي عقل تي ڇڏيو اٿس، تہ
ايترا عقل مند ضرور هوندا جو ڪن فيڪون جي معنيٰ ڇو منتر بدران
پراسيس جا مرحلا پورا ڪرڻ ضروري تصور ڪندا.

پيدائش عيسيٰ بابت تہ هو بغير پيءُ جي ڄائو هو، مسلمانن جا
عالم، اسرائيلي قدس سره واري يهودي گروهہ جي ناهيل حديثن تي ايمان
آڻي پوءِ قرآن کي بہ انهن جي تابع ڪيو ٿا ڇڏين. ان لاءِ هو سورت التحريم
جي آيت نمبر ١٢:

و مريم ابنت عمران التي احصنت فرجها فنفخنا
فيه من روحنا وصدقت بكلمات ربها و كتبه
وكانت من القانتين

جو بہ اهڙي مطلب لاءِ غلط ترجمو ڪندا آهن، يعني مٿين آيت جي
الفاظن تہ مريم پنهنجي عصمت جي حفاظت ڪئي پوءِ اسان ان ۾ پنهنجو
روح ڦوڪيو جنهن مان عيسيٰ پئدا ٿيو.

ان طرح سان عيسيٰ عليہ السلام کي روح الله سڏي ۽ بغير پيءُ جي
ڄاول ڄڻي ٿا ڇڏين. افسوس آهي جو مسلمان عالم يهودين ۽ عيسائين
جي سڄي تشريح کي قبول ڪري ۽ ان جي تائيد ڪري پوءِ صرف عيسائين
وارو هڪڙو جملو تہ عيسيٰ الله جو پٽ آهي. اهو ڪو نہ ٿا چون. باقي پٽ
هجڻ جو عيسائين وارو سمورو استدلال مڃڻ ۾ انهن جو ساٿ ڏين ٿا ۽
خود قرآن حڪيم جو بہ غلط معنيٰ مطلب وٺن ٿا. مونکي هت مٿين آيت
۾ قرآن پاڪ جي هن جملي تہ اسان ان ۾ پنهنجو روح ڦوڪيو، صرف ان
جي وضاحت پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض رکڻي آهي تہ اها روح ڦوڪڻ
جي ڳالهہ صرف حضرت عيسيٰ عليہ السلام جي خصوصيت ڪانهي، اهو
تہ هر انسان جي پئدائشي پراسيس جو لازمي ۽ ضروري مرحلو آهي، پڙهي
ڏسندا سورت سجده جي آيت نمبر ٩،٨،٧ جنهن ۾ انساني تخليق جو



ڪجهہ تفصيلي پراسيس ڄاڻايو ويو آهي. نائين نمبر آيت ۾ آهي تہ:

ثم سواه و نفخ فيه من روحه

(يعني انسان کي مٽي مان ۽ نطفي مان مختلف ڪيفيتن مان گذاري
۽ سيني ضروري مرحلن کي پورو ڪري پوءِ نفخ فيہ من روحه)

ڏسو:.اهو ساڳيو جملو سيني انسانن جي پيدائش لاءِ بہ قرآن ڪم
آندو آهي جيڪو عيسيٰ عليہ السلام لاءِ فرمايو اٿس تہ ان ۾ پنهنجو روح
ڦوڪيائين تہ هاڻ ڄاڻڻ گهرجي تہ روح الله جي نالي سان جيڪو عيسيٰ
عليہ السلام کي مشهور ڪيو ويو آهي، اها انجي ڪابہ خصوصيت نہ
ڄڻبي ان ۾ سڀ انسان برابر آهن. باقي جيڪو قرآن پاڪ ۾ آيو آهي تہ:

وايدناه بروح القدس

(يعني اسان عيسيٰ کي روح القدس ذريعي سگهہ ڏني سون)

سو اها تہ نبوت آهي، اتي روح القدس مان مراد جبرئيل ۽ وحي آهي
۽ انهيءَ ۾ بہ سڀ رسول ۽ انبياء شريڪ آهن، برابر آهن، انهي ڪانسواءِ
عيسيٰ عليہ السلام لاءِ روح الله جو لقب ماڻهن مشهور ڪيو آهي، جيڪو
غير قرآني آهي، قرآن تہ حضرت عيسيٰ کي مسيح ۽ ابن مريم سڏيو آهي،
کي ماڻهو وري ابن مريم سڏجڻ مان بہ دليل وٺندا آهن تہ حضرت عيسيٰ
کي پيءُ ڪونہ هئو معاذالله هو بغير پيءُ جي ڄائو هئو. اهو بہ غلط آهي،
ڪيترائي مثال آهن جن ۾ ماڻهن کي پيءُ بدران ماءُ جي نسب سان سڏيو
ويو آهي، قرآن حڪيم ۾ حضرت موسيٰ عليہ السلام لاءِ آيو آهي تہ:

واوحينا الي ام موسيٰ

(يعني اسان موسيٰ جي ماءُ ڏي وحي ڪيو سون)

۽ پنهنجي ڀاءُ حضرت هارون کي بني اسرائيلين جي ڳابي جي پوڄا
ڪرڻ تي جڏهن حضرت موسيٰ ڪاوڙ مان ڏاڙهي ۽ چنڊن کان وٺي ڳاتو
مروڙي پيو تہ هارون عليہ السام چيس:

يا ابن ام لاتاخذ براسي ولابلحيتي

(سورت طہ آيت نمبر ٩۴)

(يعني اي منهنجي ماءُ جا پٽ.......)

۽ بنو اميه کانپوءِ عباسين جي دور ۾ مصر ۾ فاطمين جي حڪومت قائم ٿي. اهي به حضرت علي بدران فاطمه جي نالي سان مشهور هئا ته اهڙي نموني ڪوڙ مثال آهن جو زال ۽ مڙس مان جيڪڏهن مڙس غير مشهور آهي ۽ زال وڏي شهرت واري آهي ته نسل جي نسبت ان جي طرف ٿئي ٿي. ان ڪري عيسيٰ کي ابن مريم سڏڻ سان پيءُ جو انڪار ثابت نٿو ٿئي. باقي ابن مريم نسبت جو سبب به اهو آهي جو بي بي مريم پنهنجي مڙس يوسف نجار کان وڌيڪ مشهور هئي، خاص طور ان ڪري به جو ان هيڪل جي راهبن سان ٽڪر کاڌو هئو ۽ خانقاهي قانونن جي بغاوت ڪندي انهن کي ٺوڙي غير پوڄاري ۽ غير مجاور ماڻهوءَ سان نڪاح ڪيو هئائين. ۽ جيڪو بي بي مريم صاحبه سان قرآن پاڪ ۾ ملائڪن طرفان پٽ ڄمڻ جي خوشخبري جو ذڪر آهي ان کي به ماڻهن حضرت عيسيٰ لاءِ بغير پيءُ جي پيدا ٿيڻ واري معنيٰ ڏني آهي، جيڪا سراسر غلط غير فطري ۽ غير قرآني آهي، غير قرآني جو مثال ته مٿي: "انا خلقنا ڪم من ذڪر وانثي" آيت جو حوالو بيان ٿي چڪو آهي ۽ غير فطري هجڻ جو قرآن پاڪ مان به هن آيت مان چڱي نموني ثابت آهي ته:

فطرت الله التي فطرالناس عليها لاتبديل لخلق الله

(سورت روم آيت ٣٠)

(يعني فطرت جي خدائي قانون تي ماڻهن جي پئدائش هلندي اچي پئي)

ان خدائي قانون تخليق ۽ پئدائشي سسٽم ۾ ڪا به تبديلي ناهي اچڻي. ته هاڻ اِن صورت ۾ ملائڪن جي ذڪر جو ان قصي ۾ اچڻ جون به معنائون ڪري سگهبيون، ملڪ لاءِ هڪ معنيٰ پيغام رساني جي به مشهور آهي ۽ ثابت آهي ته ان معنيٰ سان حضرت ذڪريا پنهنجي قاصدن ذريعي بي بي صاحبه سان جيڪو هيڪل جي پوڄارين واري عقيدي خلاف بغاوت ڪرائي رهيو هئو ته انهن کي به مٿين معنيٰ ۾ ملائڪ چئي سگهجي ٿو ۽ اها اسڪيم حضرت ذڪريا کي وحي جي ذريعي الله جي



طرفان ملي هوندي. ۽ ٻي معنيٰ ملائڪن جي، قرآن پاڪ ۾ قلبي تغير ۽ اطمينان به آئي آهي. حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا سورت انفال جي آيت ٩ ۽ ١٠ جنهن ۾ جنگ بدر جي موقعي تي نزول ملائڪ جي ڪيفيت کي رب پاڪ وماجعله الله الا بشريٰ ولتطمئن به قلوبڪم سان تعبير ڪيو آهي جنهنجي معنيٰ آهي ته ملائڪن موڪلڻ جو مقصد هڪ خوشخبري ۽ قلبي اطمينان آهي، جنهنجو وڌيڪ تفصيل اڳتي ٻارهين آيت ۾ آهي ته خدا جو ملائڪن کي حڪم هئو ته اوهانجو ڪم آهي ته فثبتوا الذين آمنوا . يعني لڙائيءَ ۾ مومنن کي ثبات ۽ مضبوطي ڏيارڻ ۽ بلڪل اها معنيٰ ته ملائڪ ڇا آهن؟ سورت آل عمران جي آيت ١٢٥ ۽ ١٢٦ ۾ آهي ته اسان جن پنج هزار نشاني باز ملائڪن ذريعي مدد ڪرڻ جي ڳالهه ڪئي آهي:

وما جعله الله الابشريٰ لڪم ولتطمئن قلوبڪم

(يعني اها هڪ قسم جي خوشخبري آهي جنهن سان اوهان کي قلبي اطمينان حاصل ٿئي)

۽ اڳتي فرمان آهي ته:

وما النصرالامن عندالله العزيز الحڪيم

(يعني اصلي مدد ته غالب ۽ حڪمت واري الله جي آهي)

باقي هنن جنگين دوران حديثن وارن نزول ملائڪ، بابت وڏا وڏاءَ ڪيا آهن. اهڙا جو جن جو پير نه ڪر، پر قرآن حڪيم ته سورت توبه جي آيت ٢٦ ۽ ٤٠ ۾ فرمايو آهي ته وانزل جنودالم تروها يعني اسانجي فرشتن کي ته ڪير ڏسي به ڪونه ٿو سگهي. بهرحال فرشتن جي لشڪر کي قرآن پاڪ صرف خوشخبري ۽ ذهني سڪون سان تعبير فرمايو آهي. جنهن جا مٿي حوالا اچي چڪا ، باقي ملائڪن جو نزول مٿين قرآني معنائن ۽ مقصدن سان نڪو بي بي مريم لاءِ مخصوص آهي نه ئي صرف جنگ بدر ۽ احد وغيره لاءِ مخصوص آهي. اهو ته سڀن مؤمنن لاءِ اڄ به ۽ اڳتي به جاري آهي ۽ جاري رهندو. ان لاءِ پڙهي ڏسندا سورت حم سجده آيت نمبر ٣٠- ٣١:

**ان الذين قالوا ربنا الله ثم استقامو تنزل عليهم الملائكة ان لاتخافوا ولا تحزنوا وابشروابالجنة التي كنتم توعدون**

(يعني بيشڪ جن چيو تہ اسانجو پالڻ وارو الله آهي ۽ پوءِ انهي قول تي پڪا ٽي بيٺا تہ نازل ٿيندا انهن تي ملائڪ جيڪي انهن کي دلجاءِ ڏيندا تہ ڪنهن ڪان بہ نہ ڊڄو ۽ توهان کي جنت جي خوشخبري ڏجي ٿي، جنهن جو اوهان سان وعدو ڪيل آهي.)

مطلب تہ بي بي مريم صاحبہ جي خانقاهي پاپائيت جي فرسود نظام خلاف جنگ ڪي قرآن پاڪ جن متشابہ الفاظن سان بيان فرمايو آهي ان ۾ انڪي پٽ حضرت عيسيٰ عليہ السلام ڄمڻ لاءِ شاهہ ولي الله ۽ ابن ڪثير جهڙا ماڻهو بہ وينا غلط ۽ ڪوڙا مفروضا پيش ڪن تہ اهو جبرئيل جي ڦوڪ مان ڄائو هو، جيڪا هن بي بي مريم صاحبہ جي اگهڙ ۾ ڦوڪي هئي. نعوذبالله، معاذالله هتي تہ هڙئي ابن عربي لڳا پيا آهن، ڪنهنجو ڪنهنجو گند بيان ڪجي. انجيلن جي پراڻن شروعاتي نسخن ۾ عيسيٰ عليہ السلام جي ڀائرن ڀينرن جو بہ ذڪر آهي ۽ ان سان گڏ بي بي مريم جي مڙس يوسف نجار (ڊکڻ) جو بہ ذڪر آهي ۽ قرآن ۾ خود حضرت مريم جي والده جي سندس لاءِ دعا تہ:

**اني اعيذ ها بڪ و ذريتها من الشيطان الرجيم**

(يعني اي الله آئون مريم ۽ ان جي اولاد لاءِ تنهنجي پناهہ ٿي گهران شيطان مردود جي شيطانين کان)

يعني اها ڄاڻي پئي تہ درگاهن ۽ يتيم خانن ۾ بي سهارا يتيم ڇوڪرين سان ڇا ٿيندو آهي؟ ان ڪري ان ڏيءَ مريم لاءِ تہ دعا گهري پر مريم جي اولاد لاءِ بہ دعا گهري، مطلب عرض ڪرڻ جو هي آهي تہ جيڪڏهن مريم کي صرف عيسيٰ عليہ السلام جبرئيل جي ڦوڪ مان ڄائو تہ باقي ڀائر ڀينر مڙسس مان ڇو ڄاوا، پر نظر اچي ٿو تہ ان الانسان لفي خسر واري نموني ماڻهن کي الله جي قانون لاتبديل لخلق الله کي ٽوڙڻ جو شوق آهي، ان لاءِ اهڙيون حديثون بہ ٺاهيون اٿن ۽ قرآن جون معنائون بہ



محڪم آيتن ۽ ام الڪتاب آيتن جي خلاف پيا ڪن. اها انسان جي عجبوبہ پسندي واري مزاج آهي، جنهن ڪري ڪي لوڀي ۽ ٺوڳي ماڻهو ان جو غلط فائدو وٺي پيا ٿا پنهنجا دڪان چمڪائن. ان ڪري قرآن پاڪ انهن ماڻهن جي تعريف ڪئي آهي جيڪي راسخون في العلم ۽ اولي الالباب آهن، يعني پرمتڙيو ۽ عجوبہ پرست هجڻ بدران علمي حقيقتن جي روشني ۾ ۽ عقلمندي ۽ دانائي ذريعي ڳالهين کي پرکي پوءِ قبول ڪرڻ وارن جي رب پاڪ تعريف ڪئي آهي، پوءِ اهي توڙي ڪٽي غير مسلم هجن ۽ غيرمذهب وارا يهود نصاريٰ ڇو نہ هجن، حوالي لاءِ پڙهي ڏسندا سورت قصص جي آيت ٥٢ - ٥٣ ۽ سورت آل عمران جي آيت نمبر ٧ ۽ ٨. قرآن حڪيم ۾ حڪم آهي تہ:

**اطيعوا الله واطيعوا الرسول واولي الامرمنڪم** (۴/۵۹)

(يعني الله جي اطاعت ڪيو رسول جي اطاعت ڪيو، وقت جي حاڪمن جي اطاعت ڪيو)

الله جي اختيارن ۽ ٻانهن جي اختيارن کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي تسليم ڪبو ۽ انهن ۾ فرق کي بہ تسليم ڪبو، اهڙي نموني الله جي رضامندي ۽ ماڻهن جي رضامندي ۾ بہ فرق آهي، الله جي ولايت ۽ ٻانهن جي ولايت جو بہ ذڪر آهي. الله جي شفا ۽ ڊاڪٽرن جي شفا کي پنهنجي پنهنجي جاءِ تي قبول بہ ڪرڻو آهي تہ فرق کي بہ سمجهڻو آهي، الله جي شڪرگذاري بہ ڪرڻي آهي تہ ماڻهن جو بہ شڪريو ادا ڪرڻو آهي، الله سميع ۽ بصير آهي ۽ يعني ٻڌندڙ ۽ ڏسندڙ آهي تہ انسانن ۽ جانورن ۾ بہ اها وصف رکي وئي آهي ۽ انهن ۾ بہ فرق کي سمجهڻو آهي، اهڙا ڪيئي مثال پيا بہ مشابهت وارا ڏيئي سگهجن ٿا پر هت انهيءَ مشابهت ۽ مماثلت جي مثال مان مقصد صرف هي عرض ڪرڻو آهي تہ خدائي صفتون جيڪي ٻانهن ۾ بہ رکيون ويون آهن، انهن کي ڪيترائي بدباطن ماڻهو حدن ۾ نٿا رکن. اهڙي مشابهت مان ٻانهن کي خدائي اختيار ۽ پاور ڏياريو ڇڏين ٿا ۽ پنهنجي گروهي آقائن کي ڪوڙين قدسي حديثن جي نالي سان بي يسمع و بي يبصر جا پاور ڏياري ڇڏيا اٿن. هونئن آئون چڱي

طرح چاٺان ٿو ته خانقاهي ايجنٽ انهي حديث جي ناهڻ وارن ۽ انجي مصداق بنائڻ وارن ولايت ڏٿين كي قرآن جي هن فتوئ ته:

**فالذين في قلوبهم زيغ فيتبعون ماتشابه منه ابتغاء الفتنه وابتغاء تاويله**

كان بچڻ لاءِ كهڙيون تاويلون كندا آهن پر اهي سڀ تاويلون لكئي پڙهئي ماڻهوءَ جي وٽ پكڙ كانپوءِ كندا آهن، نه ته كٽ خلق ۽ اڻ چاڻ عوام اڳيان ته پنهنجن پنهنجن مرشدن ۽ سجاده نشينن لاءِ درگاهي ٻولڙيا مٿين حديث جو حوالو ڏيئي وڏي واكي چوندا آهن ته ڏسو هن حديث ۾ رب سائين پاڻ پنهنجي رسول كان اعلان ٿو كرائي ته منهنجا كي اهڙا ته ٻانها آهن جو هو منهنجي فرمانبرداري كندي كندي اهڙي ته منزل تي پهچي ويندا آهن جو هو، بي يسمع و بي يبصر يعني مون جهڙو سميع آهن ۽ مون جهڙو بصير آهن. سو مرشد پاك اوهان مريدن كي يا سچي كائنات كي جيكو جاڻي ٿو به هجي ڏسي به ٿو ۽ انهن جو آواز يا سڏ ٻڌي به ٿو (انهي ماجرا جو وڌيك تفصيل منهنجي كتاب سلف صالحين ۾ ايندو) مٿي سورت آل عمران جي آيت نمبر ٧ ۾ رب پاك اهڙن ماڻهن لاءِ فرمايو ته جن جي دلين ۾ كوٽ هوندو اهي انهن متشابهه آيتن ۽ الفاظن جون تاويلون كري سچي ۽ حقيقي معنائن كان ڦيرائي فتنه انگريزي واريون معنائون پيا ماڻهن كي ٻڌائيندا، انهي آيت ۾ رب پاك جيكو فرمايو آهي ته ابتغاء الفتنه يعني كوٽ وارا ماڻهو متشابهه آيتن جو غلط مطلب وٺندا. اهو انهن جو بعينه اهو شيطاني عمل آهي، جنهن جو ذكر اڳين امتن جي حوالي سان به رب پاك سورت حج جي آيت نمبر ٥٢ ۽ ٥٣ ۾ كيو آهي ته:

**وماارسلنا من قبلك من رسول ولانبي الااذا تمني القي الشيطان في امنيته فينسخ الله مايلقي الشيطان ثم يحكم الله آياته والله عليم حكيم**

(يعني اي رسول! توكان اڳ ۾ جيكي به رسول آيا انهن تمام دل جي شوق سان كلام الاهي كي ماڻهن تائين پهچايو، پوءِ شيطان انهن



جي پهچايل كلام ۾ پنهنجون ملاوٽون شامل كري ڇڏيندو هئو (يعني شيطان قسم جا ماڻهو تحريف كري ڇڏيندا هئا)

پوءِ الله كنهن پوءِ ايندڙ رسول ۽ انجي كتاب جي ذريعي، اڳي وارين شريعتن ۾ شيطاني ملاوٽن كي ميٽي ۽ انهن حقيقتن كي محكم آيتن ذريعي پكو ۽ اٽل ۽ اٽمٽ كري ڇڏيندو هئو. هي ته هئو اڳين نبين جي زماني ۾ كوڙيارن ماڻهن جو انداز تحريف ۽ جواب ۾ خدا جو صفائي وارو انداز، پر هاڻي تو آخري نبي جي آخري كتاب ۾ ئي اسان محكم آيتن ۽ ام الكتاب آيتن ذريعي متشابه مثالن ۾ مونجهارن كان بچڻ جو انتظام كري ڇڏيو آهي، پوءِ جيكو به شخص ام الكتاب قسم جي آيتن جي مركزي خيال كي سامهون ركندو ته متشابهه آيتن جي بهاني ڀلائيندڙ ماڻهن جي فتنن كان بچي ويندو.

## موت جو ڏينهن مقرر ناهي

عمر گهٽجي ۽ وڌي سگهندي آهي، موت جو وقت خدا جي مقرر كيل قانون جي تابع آهي قانون طبعي يعني جيكو هٽ سان چاٽي واٽي پرهيز نه كندو ان جي صحت بگڙي ويندي ان كري مرض وڌندو ۽ ماڻهو به مري ويندو ۽ جيكو احتياط كندو پرهيز كندو ته مرض كان بچندو ۽ عمر به ان جي وڌندي موت جي قانون لاءِ پڙهندا وما كان لنفس ان تموت الاباذن الله كتابا مؤجلا ١٤٥-٣ ۽ عمر جي گهٽجڻ ۽ وڌڻ لاءِ پڙهي ڏسندا وما يعمر من معمر ولاينقص من عمره الافي كتاب مبين. ١١-٣٥ جيكو قرآن حكيم ۾ آيو آهي ته اجل اچڻ كان پوءِ هك گهڙي به اڳتي پوئتي نه ٿيندو آهي اهو قومن جي كرتوتن آهر انهن جي عروج ۽ زوال جو مدار هوندو آهي پوءِ جڏهن زوال جو وقت ايندو ته ان لاءِ قرآن فرمائي ٿو ته اهو گهڙي به اڳي پوءِ نه ٿيندو.

# قرآن جي ڪابہ آيت منسوخ ناهي

نسخ جي معنيٰ آهي هڪ شئي کي هٽائي، ڊاهي، مٽائي، ان جي جاءِ تي ڪنهن ٻي شيءِ کي آڻڻ. يعني هڪڙي شيءِ جي جاءِ تي بدلي ۾ ٻي شيءِ کي آڻڻ اهو نسخ آهي.

مٿين معنيٰ بيان ڪرڻ کان پوءِ عرض آهي تہ انساني تاريخ ۾، اڳين نبين کي مليل ڪتابن اندر، شيطان صفت ماڻهن جيڪي ملاوٽون، تحريفون ۽ مونجهارا پيدا پئي ڪيا، تہ پوءِ اينڌڙ رسول جي ڪتاب ذريعي، الله عزوجل ملاوٽي حصن کي هٽائي، ڊاهي، ڪينسل ڪري ميٽي، منسوخ ڪري، وري اهي يا ان کان بہ وڌيڪ بهتر آيتون پڪي نموني، مضبوطي سان آڻي ڇڏي پيو، اهوئي مقصود آهي ۽ مفهوم آهي سورت حج جي آيت نمبر ۵۲ جو جنهن ۾ فرمان آهي تہ وما ارسلنامن قبلڪ من رسول ولا نبي الا اذا تمنیٰ القي الشيطان في امنيته فينسخ الله ما يلقي الشيطان ثم يحكم الله آياته و الله عليم حكيم هاڻي هن آيت ذريعي هي ڳالهہ سمجهڻ ۽ ياد رکڻ گهرجي تہ منسوخ ڪيون وينديون، اهي ڳالهيون هئيون جن کي قرآن مايلقي الشيطان سڏيو آهي يعني اهي تحريفون ۽ ملاوٽون جيڪي شيطان قسم جي ماڻهن وحي واري تعليم ۾ شامل ڪيون هيون ۽ هن آيت سان هي بہ ثابت ٿيو تہ اهو عمل پوءِ اينڌڙ رسول ۽ ان جي ڪتاب ذريعي، اڳ ۾ گذريل رسولن ۽ ان جي شريعتن واري ڪتابن بابت آهي، يعني اڳين رسولن جا ڪتاب ۽ شريعتون بہ پنهنجي زماني ۾ ان دور لاءِ اٽل ۽ ناقابل تنسيخ هوا. (هن آيت جي روشني ۾ مضمون مٿان وڌيڪ جيڪي روشني پوي ٿي انهي تي وري پوءِ لکون ٿا تورو اڳ ۾ بقره جي آيت ۱۰۴ کي سمجهڻ بہ ضروري آهي) فرمان آهي تہ ماننسخ من آية اوننسهانات بخير منها او مثلها الم تعلم ان الله عليٰ ڪل شيءِ قدير



پهريائين تہ آيت جو عام ۽ مشهور مطلب، تہ اسان ڪنهن بہ آيت کي جڏهن منسوخ ڪندا آهيون يا وساري ڇڏيندا آهيون تہ ان جي بدلي ۾ ان جهڙي يا ان کان ڀلي آيت آڻيندا آهيون، ڇا نٿو ڄاڻين تہ بيشڪ الله هر شيءِ تي قادر آهي، هن آيت ذريعي قرآن جي ڪن حصن ۽ آيتن کي منسوخ سڏڻ وارا اهي مغالطو وجهن ٿا ۽ ڦهلائن ٿا تہ آيت اندر جيڪو آيت جو لفظ آيل آهي ان مان مراد قرآن جون داخلي آيتون آهن. يعني الله سائين اهو اعلان قرآن جي آيتن کي منسوخ بنائڻ لاءِ ڪيو آهي، انهي مغالطي جي رد ڪان اڳ ۾ آيت جو صحيح مفهوم پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض رکجي ٿو تہ هن آيت کان اڳين آيت يا رڪوع جي منڍ کان پڙهي ڏسندا تہ گفتگو اهل ڪتاب بابت آهي ۽ يهودين جو اعتراض هئو تہ جڏهن اڳين نبين جا ڪتاب موجود آهن تہ پوءِ قرآن جي ڪهڙي ضرورت هئي، ۽ تورات ۾ موجود ڪن مسئلن سان قرآن اندر آندل مسئلن ۾ فرق ۽ اختلاف آهي اهو ڇو؟ تہ رب پاڪ انهن جي جواب ۾ هي آيت نازل فرمائي، هاڻي گذارش جو هي خلاصو ٿيو تہ ماننسخ من آيت جي معنيٰ آهي تہ اسان ڪنهن اڳين شريعت کي جيڪڏهن منسوخ ڪندا آهيون يا اها شريعت زماني جي حادثن سبب ناپيد ۽ اٿلپ ۽ گم ٿي وئي هجي تہ پوءِ ان جي جاءِ تي اهڙي يا ان کان بہ ڀلي ٻي شريعت آڻيندا آهيون، هتي يهودين کي بہ جواب مليو تہ توريت اندر بيان ڪيل مسئلا ان اڳين دور لاءِ موزون ۽ فٽ هوا، هاڻ هن دور ۾ جيتريون بہ جدتون آيون آهن قرآن ۾ انهن تقاضائن کي سامهون رکندي نات بخير منها يعني وڌيڪ فائديمند هجڻ جي بنياد تي ڳالهيون اجاري ڪري آنديون آهن. بهرحال جيڪا عام ۽ غلط معنيٰ ڪئي وڃي ٿي تہ هن آيت ۾ قرآن جي اندر آيتن کي ٻين آيتن سان منسوخ ڪرڻ جي ڳالهہ ڪئي وئي آهي، آئون هتي ان معنيٰ جي رد ۾ جوابي دليل عرض رکان ٿو" مٿي بيان ڪيل سورت حج جي آيت ۵۲ ۾ اوهان پڙهي آيا تہ هڪڙي رسول جي ڪتاب ۾ ملاوٽ کي صاف ڪرڻ لاءِ ان کان پوءِ اينڌڙ رسول جي وحي واري ڪتاب ۾ جيڪو تنسيخ جو عمل ڪيو ويو اهو اڳئين زمان جي شريعت سان تعلق رکي ٿو. تہ بلڪل اهڙي نموني سور بقره جي آيت نمبر ۱۰۶ جي اندر بيان ڪيل ماننسخ من آية مان مراد بہ

اڳي گذريل زماني جون شريعتون آهن، نڪي هن قرآن واريون آيتون مراد ورتيون، وري اهڙي نموني صورت نحل جي آيت نمبر ۱۰۱ ۽ ۱۰۲ ۾ به اهل ڪتاب جي ساڳئي اعتراض جو جواب ڏنو ويو، اعتراض هئو ته انما انت مفتر يعني اي نبي تون اهي ڳالهيون پنهنجي طرفان افتراء ڪري گهڙي ٿاهي ٿو ٻڌائين، اسان جي اڳين ڪتابن ۾ ائين ڪونهي، ته قرآن پاڪ ۾ هي جواب ڏنو ويو ته واذابدلنا آية مكان آية و الله اعلم بما ينزل يعني الله وڏيڪ ڄاڻي ٿو ته ان اڳين ڪتابن جي آيتن جي پيٽ ۾ اهي ساڳيا مسئلا ۽ آيتون قرآن ۾ ڇو بدلائي آندا آهن، ۽ الله کي خبر آهي ته انهن ۾ اوهان تحريف ڪري انهن کي بدلائي ڇڏيو هئو، يا هي سبب آهي ته اڳين ڪتابن ۾ اهي آيتون وقتي ۽ عارضي طور انهيءَ زماني جي حد تائين اهي هدايتون ڏيڻ مقصود هيون ۽ هاڻي قرآن ۾ اڳتي هميشه لاءِ ابدي طور ضرورت جي پيش نظر ڳالهه ڪرڻي آهي، ان ڪري اڳين شريعت واري ڳالهه ۽ آيت جيڪا عارضي هئي ان کي منسوخ ڪري ان جي جاءِ تي دائمي ۽ پلي ڳالهه قرآن ۾ ڏني آهي، مطلب ته اها تنسيخ به اڳين شريعتن جي مراد آهي، نه قرآن پاڪ جي داخلي آيتن جي. اميد ته پڙهندڙ حضرات سورت بقره جي آيت نمبر ۱۰۶، ماننسخ من آية جو مفهوم چڱي طرح سمجهي ويا هوندا ته انهي تنسيخ جي عمل جو قرآن جي آيتن سان ڪو به واسطو ڪونهي، ۽ قرآن حڪيم جي منسوخ بنائڻ لاءِ اصل سازش طرف قرآن پڙهندڙن جو ڌيان ڇڪائڻ آئون ضروري سمجهان ٿو، اوهان ڄاڻندا هوندا ته حضور ﷺ جن تي قرآن حڪيم سندن ڄمر جي چاليهين سال نازل ٿيو، نزول قرآن کان اڳ ۾ پاڻ ڪريمن سان ڪنهن جو به ڪو جهيڙو جهگڙو ڪونه هئو، پاڻ سڀن مڪي وارن اوڙي پاڙي وارن کي تمام پيارا هوا، سندن لقب به امين مڪ رکيو ويو هئو، پر نزول وحي کان پوءِ نبوت ۽ رسالت ملڻ کان پوءِ جڏهن پاڻ مڪي وارن کي صفا پهاڙي وٽ گڏ ڪري اپيل ڪئي ته قولوا لا اله الا الله تفلحون. يعني الله کانسواءِ ٻين جي حاڪميت ۽ خدائي جو انڪار ڪيو ته توهان ڪامياب ٿيندو، رسول الله جي انهيءَ دعوت ۽ جملي کي عرب سمجهي ويا ۽ ان جملي ۽ دعوت ۾ کين صاف طرح نظر آيو ته اڳتي لاءِ سندن جاگيرداري ختم، سرداري



ختم، سرمايه داري ختم، لااله اهڙو بلڊوزر ٿي کين نظر آيو جنهن سان سندن سڀ مانداڻ مليا ميٽ ٿيندي نظر پئي آيا، جنهن ۾ لات، منات، واريون سڀ خانقاهون ختم ٿينديون نظر آيون ۽ عزيٰ ۽ حبل جي نالي جيڪي نياء ۽ الهام ماڻهن کي ٻڌائي پوڄاري صاحبان ۽ سجاده نشين قانون سازيءَ جا مالڪ بڻيا ويٺل هئا. سي سڀ غلط حرف وانگر ڊهندي نظر آيا، الاالله جي توحيد ۾ اهو مساوات وارو قانون نظر آيو جنهن ۾ معاشري جي پهرين ماڻهوءَ کان وٺي آخري ماڻهوءَ تائين سڀ برابر ٿي نظر آيا، سو اها ڳالهه ٽرائيبل سماج جي جبل جهڙن دستار ڌڻين کي ڏکي لڳي ۽ موٽ ۾ رسول الله تي، اتي جو اتي پٿراءَ شروع ڪيائون ۽ چيائون ته تبت يداک يا محمد الهذا جمعتنا پوءِ جيڪو محمد، گهڙي اڳ ۾ تائين سڀن جو عزيز هئو، قريب هئو، پيارو هئو، امين هو، اهو سڀن کي دشمن ٿي پيو نظر اچي، ته انهيءَ مان هي ثابت ٿيو ته ماڻهن کي جهيڙو قرآن سان هئو، قرآن ئي ڪنهن جي شخصي خدائي ۽ جاگيرداري کي قبول نه پيو ڪري، بهرحال محمد الرسول الله قرآن وارو انقلاب ڪامياب ڪري ڏيکاريو ۽ دنيا مان قيصر ۽ ڪسريٰ جا تخت ڊاهي پٽ ڪيا، مٿيءَ تي ويهي ستر تي ماني رکي کائڻ وارا حڪمران بنجي ويا، پوءِ ته دنيا ڄاڻي ٿي ته انهن شڪست کاڌلن ڪسروي باقيات، قرآن سان ڇا ڇا نه ڪيو آهي، قرآن کي، رسول سائين جي نالي ڳالهيون گهڙي منسوب ڪري انهن کي حديث جو نالو ڏئي منسوخ بنائڻ جو چڪر هلايو، ايتري تائين جو حديثن جي نالي مسلم امت وارن کي قرآن جي پنج سئو آيتن کان وڌيڪ منسوخ ڪرڻ جون روايتون گهڙي مٿي ۾ هنيون آهن، اهڙين سڀن حديثن لاءِ جيڪي قرآن جي احڪامن کي منسوخ ڪرڻ لاءِ ٻڌايون وڃن ٿيون، قرآن حڪيم جي به فتويٰ ٻڌي ڇڏيو! رب پاڪ اعلان فرمائي ٿو ته ولا يشرك في حكمه احدا (ڪهف ۲۶) يعني رب سائين پنهنجي حڪمرانيءَ ۾ ڪنهن کي شريڪ نه ڪندو آهي، هاڻي جيڪڏهن قرآن پاڪ جي فيصلن ۽ احڪامن کي رد ڪرڻ، منسوخ ڪرڻ بي اثر ڪرڻ جو اختيار ڪنهن ٻئي علم کي ڏنو ويندو، يا ٻي شخصيت کي ڏنو ويندو ته پوءِ الله جي ذات ۽ ان جو ڪلام قرآن مجيد ته هاء اٿارٽي نه رهيا، الله جو قانون قرآن مجيد

سپريم لا نہ رهيو، هي حقيقت تہ طئہ آهي تہ منسوخ بنائيندڙ اٿارٽي وڌيڪ سگهاري ۽ طاقتور هوندي آهي انهيءَ شيءِ کان جنهن کي منسوخ مهمل ۽ ڪينسل ڪيو ويندو آهي، رسول سائين جن کي تہ قرآن پاڪ ۾ حڪم ڏنو ويو آهي تہ ثم جعلناڪ علي شريعة من الامر فاتبعها ۴۵.۱۸ يعني اسان توکي شريعت عطا ڪئي آهي، توکي شريعت وارو بنايو آهي، هاڻي تون ان شريعت جي تابعداري ڪر! تہ ڇا پوءِ تابعداري انهيءَ کي چئبو تہ تابعدار شخص پنهنجا فرمان جاري ڪندو، ان شريعت جي احڪامن کي منسوخ بنائيندو وڃي، ڪينسل ڪندو وڃي تہ پوءِ ڄاڻڻ گهرجي ۽ يقين ڪرڻ گهرجي تہ جن پنج سئو آيتن کي پنج سئو حديثن سان منسوخ ڪيو ويو آهي تہ گهٽ ۾ گهٽ اهي پنج سئو حديثون بہ تہ ڪوڙيون ۽ من گهڙت هونديون، ڇو تہ مٿي اسان جيڪو فرمان ربي پيش ڪيو تہ الله پنهنجي حڪمراني واري حق ۾ ڪنهن کي شريڪ نٿو بنائي ولايشرڪ في حڪمہ احد ا تہ وري اڳين آيت نمبر ۷۲ ۾ فرمايائين تہ لا مبدل لڪلماتہ يعني دنيا ۾ اهڙي ڪابہ هستي ڪانهي، جيڪا قرآن حڪيم جي ڪلمات ۾ ڪا تبديلي آڻي سگهي، پوءِ ڪير مفتي يا شيخ الحديث ۽ محدث سڏائڻ وارو ٻڌائي سگهندو تہ جن حديثن کي هنن متواتر سڏي انهن سان قران جي پنجن سون آيتن کان وڌيڪ آيتن کي منسوخ بنايو آهي. انهن لاءِ مٿئين فرمان ربي تہ لامبدل لڪماتہ جي روشني ۾ ڇا حڪم آهي ۽ جڏهن تہ خود رسول ﷺ کان رب پاڪ اعلان ڪرائي ٿو تہ واتبع مايوحيٰ اليڪ واصبر حتي يحڪم الله يعني اي رسول تون انهن حڪمن جي تابعداري ڪندو رهہ ۽ انهن تي ثابت قدم رهہ جيتري تائين الله پاڻ فيصلو فرمائي، غور فرمايو وڃي تہ جنهن رسول کي حڪم آهي تہ قرآني احڪامن جي تابعداري ڪندو رهہ ۽ قرآن دشمنن جي پروپيگنڊا طرف ڌيان ئي نہ ڏي. انهن سان پاڻ مالڪ سائين فيصلو ڪندو، تہ ڇا تابعداري انهيءَ کي چئبو تہ حديثون فرمائيندو ۽ قرآني آيتن کي منسوخ ڪندو وڃجي! ۽ اڃا جڏهن مڪي جي انقلاب دشمنن مطالبو ڪيو آهي تہ ائت بقرآن غير هذا او بدلہ، يعني هن قرآن کان سواءِ ڪو ٻيو قرآن آڻ يا هن ۾ ڪي تبديليون ڪر تہ رب پاڪ پنهنجي رسول کي حڪم ڏنو تہ تون انهن کي چئو تہ مايڪون لي ان



ابدلہ من تلقاء نفسي ان اتبع الامايوحيٰ الي اني اخاف ان عصيت ربي عذاب يوم عظيم ۱۵ ـ ۱۰ يعني مون کي ڪوبہ اختيار ڪونهي، جو آئون پنهنجي طرفان هن ڪتاب ۾ ڪا تبديلي آڻي سگهان، آئون تہ صرف ان قانون جي تابعداري ڪرڻ لاءِ پابند آهيان، جيڪو منهنجي طرف وحي ڪيو ٿو وڃي. آئون تہ پنهنجي پالڻهار جي نافرماني ڪرڻ کان ڊڃان ٿو. ان ڏهاڙي جي عذاب کان جيڪو قيامت وارو وڏو ڏينهن آهي، جيڪي ماڻهو قرآن جي آيتن جي منسوخ ٿيڻ جو عقيدو رکن ٿا، اهي ٻڌائي سگهندا تہ هن آيت کان پوءِ بہ حديثن ذريعي قرآن جون آيتون منسوخ ٿي سگهن ٿيون؟ اهڙن ماڻهن کي ڪيئن ويساهہ ڏيارجي تہ قرآن منسوخ ٿيڻ لاءِ نازل ناهي ٿيو، جيڪڏهن هڪ گهڙي لاءِ بہ قرآن جي هڪ بہ آيت کي منسوخ چئبو تہ معاذ الله، الله تي الزام ايندو تہ ان کان ڀل ٿي وئي جو ان اهڙي ڳالهہ نازل ڪئي، جيڪا ڪچي هئي، جڏهن تہ قرآن پاڪ پنهنجي لاءِ اعلان ٿو فرمائي تہ ان هذا القرآن يهدي للتي هي اقوم ۹ ـ ۱۷ يعني هي قرآن انهن آيتن سان هدايت ٿو فرمائي، جيڪي تمام پڪيون آهن، انهن ۾ ڪنهن تبديل تنسيخ ڦير گهير جي ضرورت ئي ڪانهي ۽ جيڪڏهن قرآني آيتن جي منسوخ ٿيڻ جو نظريو قبول ڪبو تہ قرآن حڪيم مٿان الزام ايندو تہ هن ڪتاب جون ڪي ڳالهيون اهڙيون آهن، جو انهن ۾ ڪي ور وڪڙ آهن، جن کي منسوخ ڪري پوءِ سڌيون ۽ سالم آيتون يا قانون انهن جي جاءِ تي آندا ويا آهن، تہ اهڙي شيطاني وسوسي کي بہ ختم ڪرڻ لاءِ قرآن پاڪ اعلان فرمايو تہ الحمد لله الذي انزل علي عبده الڪتاب ولم يجعل لہ عوجا . قيما . يعني سڀ واکاڻ آهي، انهي الله جي جنهن پنهنجي ٻانهي تي اهڙو تہ ڪتاب نازل ڪيو، جنهن ۾ ڪابہ ڦير ڦار ۽ ٽيڏ ڪونهي ۽ اهو ڪتاب تمام سگهارو، مضبوط ۽ سڌو سنئون آهي ۽ اڃا بہ جيڪڏهن قرآني آيتن جي منسوخ ٿيڻ جو نظريو قبول ڪبو تہ منسوخ ٿيندڙ آيتون شڪ شبهي واريون، ڪچيون آهن، جن ۾ ترميم تبديل جي ضرورت آهي ۽ اهي آيتون يوڳ چرچي وانگر مذاق ۾ نازل ٿي ويون هيون، سو انهن کي منسوخ ڪري انهن جي جاءِ تي ٻيو حڪم ۽ قانون لاڳو ڪيو ويو آهي، تہ قرآن حڪيم اهڙي خيال کي بہ رد ڪندي جواب ڏنو تہ انہ لقول

فصل وماهو بالهزل سورت الطارق آيت ١٣ ـ ١٤ يعني اهو قران جيڪي
احڪام ٻڌائي ٿو، اهي طئہ ٿيل ڪنفرم ۽ سوچيل سمجهيل، پڪا
فيصلي ڪيل آهن، جن جي نازل ڪرڻ ۾ مڪمل سنجيدگي آهي، ڪابہ
مذاق ۽ پوڳ چرچو ڪونهي، جو ان ڪي منسوخ ڪيو وڃي. آئون هن
مضمون پڙهڻ وارن جي خدمت ۾ هڪ خاص.عرض ڪرڻ چاهيان ٿو تہ
جيڪي بہ وڏا نالا ۽ علمي لحاظ سان يا بزرگي جي لحاظ سان تاريخ ۾
وڏي حيثيت وارا ٿي ويا آهن، انهن جي حوالن سان ماڻهو مشهور ڪري
انهن جي ڪتابن مان هي ٻڌائين ٿا تہ فلاڻو امام بہ قرآني آيتن ڪي منسوخ
مڃڻ لاءِ هي فرمائي ويو آهي، فلاڻي امام جو هي خيال آهي، وغيره وغيره
يا خود مون ڪي بہ چون ٿا تہ تون وري فلاڻي حضرت سائين کان مٿان لهي
آيو آهين ڇا؟ آئون جواب ۾ ڪنهن جي باري ۾ ڪجھ بہ نہ چوندس نہ ئي
ڪنهن جي شان ۽ مرتبي بابت گهٽ وڌ چوڻ جو مون ڪي ڪوئي حق پهچي
ٿو، البت نظرين، فڪرن ۽ اصولن جي سلسلي ۾ آئون قران حڪيم ڪي
ڪسوٽي قرار ڏيان ٿو ۽ تسليم ڪيان ٿو، هر ڳالھ ڪي ان ڪسوٽي جي
روشني ۾ پرکڻ ضروري سمجهان ٿو ۽ قرآن حڪيم جو تفسير قرآن
حڪيم جي تصريف آيات سان ئي درست سمجهان ٿو، ان اصول جي
روشني ۾ مون کان ڪائي پل ۽ خطا ٿي وئي هجي تہ هر ماڻهو ڪي پڙهندڙ
ڪي عرض آهي تہ هو مون ڪي منهنجي غلطي کان آگاهہ ڪري آئون ان جو
ٿورائتو رهندس. ڪيترن ئي نيڪ نيت دين جي خدمتگار شخصيتن جا
قرآني آيتن جي منسوخ ٿيڻ ۽ هجڻ بابت نظريا آهن تہ اهي قرآني آيتن
سان يا متواتر حديثن ذريعي منسوخ ٿي چڪيون آهن، انهن لاءِ آئون ايترو
گمان ڪيانٿو تہ اهي ماڻهو شايد طبريءَ ۽ زهري جهڙن قدس سره وارن
ماڻهن جي علمي رعب يا فنڪاري کان متاثر ٿي اهڙن غلط خيالن پنيان
هلي پيا آهن، پوءِ اهڙن ماڻهن مان چو نہ ڪٿي امام شوڪاني هجي تہ شاهہ
ولي الله هجي، يا نواب صديق حسن خان هجي انهن ماڻهن جي خيالن ۽
نظرين بابت ڪجھ لکڻ کان وري بہ هي عرض ڪندس تہ جنهن قران بابت
رب پاڪ فرمائي تہ ذالڪ الڪتاب لاريب فيہ يعني هن ڪتاب ۾ ڪابہ
دوکي ۽ شڪ ۾ وجهڻ واري ڳالھ ڪانهي تہ ان جي ڪابہ آيت ڇو منسوخ



ڪئي ويندي؟ ۽ جنهن قران جو شان رب سائين هنن لفظن سان بيان
فرمائي تہ ذالڪ بان الله نزل الڪتاب بالحق (بقره ١٧٦) يعني تحقيق الله
قرآن ڪي حق ڪري نازل ڪيو آهي تہ ڇا جيڪو سمورو ڪتاب حق آهي تہ
ان جي منسوخ ڪرڻ جو ڪو جواز بنجي ٿو؟ ۽ جنهن ڪتاب لاءِ رب پاڪ
فرمائي تہ ڪتاب احڪمت آياتہ يعني هي اهڙو ڪتاب آهي، جنهن ۾
آيتون تمام محڪم ۽ مضبوط نموني آنديون ويون آهن تہ ڇا محڪم ۽
مضبوط آيتن ڪي منسوخ ڪرڻ جو ڪوئي جواز بنجي ٿو؟ ۽ جيڪڏهن
منسوخ آيتن جي ڳاڻاٽي پنج ست سئو ڪي ڇڏي مطلق نسخ ڪي قبول
ڪجي پوءِ توڻي ڪٿي اهي شاهہ ولي الله جي بقول تہ صرف پنج آيتون
منسوخ ٿيون آهن، هلو ڪٿي شاهہ ولي الله جي انگ ڪي گهٽائي صرف هڪ
آيت ڪي بہ منسوخ قبول ڪجي تہ اهو تہ پوءِ بہ مڃڻو پوندو تہ الله سائين ۽
اها منسوخ آيت نازل ڪرڻ مهمل غلطي ڪئي، ڏکي نظر ڪانہ ڪئي هني
تہ اڳتي بہ دائمي فائدو ڏئي سگهندي يا نہ ۽ ائين تہ ڪونہ ٿيندو جو سياٽي
اها آيت بي اثر ٿي وڃي تہ ان جي جاءِ تي ڪا ٻي آيت ڏيڻي پوندي. مطلب
تہ اهڙي هڪ بہ مثال سان قران جا دشمن روهيون ڪري ڇڏين ها تہ هن
ڪتاب تي ڪوبہ ڀروسو ڪونهي، هن جون ڳالهيون ڦرٽيون گهرٽيون آهن.
هي ڪتاب ڪچيون ڳالهيون ٿو ٻڌائي، پر ڇا هن وقت جڏهن تہ رب پاڪ
قرآن جي شان ۾ ان لقول فصل جهڙو لقب عطا ڪيو ۽ ڪتاب احڪمت آيا
تہ جهڙو مرتبو ڏنو، تڏهن دشمنن مخالفت ۾ ڪهڙي گهٽتائي ڪئي آهي؟
حديثن جا انبار قرآن حڪيم خلاف ڪتابن ۾ سٽيا پيا آهن، اعتبار لا
بهتر ٿيندو تہ هر شخص پاڻ وڃي پڙهي ڏسي ۽ جي انهن ڪي سڀ ڪتاب
پڙهڻ ڏکيا لڳن تہ امام ابو دائود جي پٽ حافظ ابوبڪر جو ڪتاب،
ڪتاب المصحف وڃي پڙهي ڏسي، جنهن ڪي هڪ عيسائي انگريز آرٿر
جيفري عربي ٻولي کان انگريزيءَ ۾ ترجمو ڪرائي سڄي يورپ ۽ ايشيا
ڪي ٻڌايو آهي، تہ مسلمان تورات، انجيل بابت چون ٿا تہ اصلي ڪونهن ۽
انهن ۾ تحريف ٿيل آهي سو امام ابو دائود جي پٽ جون قرآن جي ناقص ۽
گم ٿيل آيتن بابت گڏ ڪيل حديثون تہ پڙهي ڏسو، تہ هني جو قرآن ڪهڙو
محفوظ ۽ خالص ڪتاب آهي؟ سو ان سموري معاملي جي پس منظر ڪي

قرآن حڪيم تمام سهڻي نموني پڌرو ڪيو آه، جيئن چنجي ته چور کي
پڪڙي سڃاڻائي به ڏنو آهي، سورت محمد جي آيت نمبر ٩ ۾ فرمان آهي
ته ذالڪ بانهم ڪرهو اما انزل الله فاحبط اعمالهم يعني دشمنن جي اها
سموري وٺ پڇان، ڏاڙ گهوڙا، هن لاءِ آهي ته ڪرهوا ما انزل الله، انهن کي
قرآن وڻيئي ڪونه ٿو، اهي قرآن کان ڪراهت ٿا ڪن، سو ڪڏهن ڪجهه
پيا چوندا ته ڪڏهن ڪجهه، انهن ماڻهن کي قرآن کان نفرت جي ڪري
ڪڏهن منسوخ هجڻ جون ڳالهيون ته ڪڏهن مبهم ۽ اجمالي هجڻ جون
ڳالهيون پيا پڌندا ۽ چوندا آهن. ته سنو ڳالهه جي مقابلي ۾ هڪ ڳالهه اها
قرآن حڪيم سورت شوري جي آيت نمبر ٢١ ۾ پڌائي ڏني اهي ته ام لهم
شرڪاء شرعوالهم من الدين مالم ياذن به الله ولولا ڪلمته الفصل لقضي
بينهم وان الظالمين لهم عذاب اليم يعني ڇا انهن الله سان ڪي ڀائيوار
ناهي ڇڏيا آهن؟ جيڪي انهن کي خدا جي اذن کانسواءِ دين ۽ شريعت
جوڙي جاري ڪري ڏيندا ٿا وڃن. اسان اهڙن سين معاملن لاءِ جيڪڏهن
فيصلي جي ڏينهن جو اعلان نه ڪري ڇڏيون ها ته انهن جي اڄ ئي خبر وٺي
ڇڏيون ها، تڏهن به پڪ سمجهو ته ظالمن لاءِ درد ناڪ عذاب آهي، انهن
سان گهٽ نه ٿيندي، باقي رهيو ته انهن کي قرآن کان نفرت چو آهي، جنهن
جي ڪري قرآن خلاف ڪوڙي پروپيگنڊا ڪن ٿا ۽ ماڻهن کي ڀڙڪائيندا
رهن ٿا ته هي ڪتاب صديون پراڻو آهي. هن نئين دور جي تقاضائن کي
ساٿ نه ڏئي سگهندو ۽ قرآن جون ڳالهيون هاڻي مدي خارج سمجهو
وغيره وغيره ته اصل انهي ماجرا جو پس منظر هي آهي ته رب پاڪ قرآن
حڪيم ۾ دولت جي ذخيره اندوزي تي بندش وجهي، قانون جاري فرمايو
ته يسئلونڪ ماذا ينفقون قل العفو ٢١٩ ـ ٢ يعني مال مان خرچ ڪرڻ جو
قانون پڌائجي ٿو ته پنهنجي ضرورت کان بچت سمورو مال ضرورتمندن ۾
ورهائي ڇڏيو، اهو توهان جو ناهي، الله سائين کي خبر هئي ته دنيا جا
سرمائيدار ۽ جاگيردار اهڙا ته حرفتي آهن، جو اهي پئسا خرچ ڪري به
عالمن ۽ دانشورن کان فتوائون جاري ڪرائيندا ته قرآن جي انهي نصاب
مان جان ڇڏايو ۽ پوءِ ٿيو به ائين جو عالمن پاڙي تي الائي مفت ۾ هي
فتوي جاري فرمائي ته حديث ۾ زڪوات ڏيڻ لاءِ سال ۾ هڪ پيرو



چاليهين پتي ضرورتمندن کي ڏيڻ جو حڪم ڏنو ويو آهي، سو هاڻي
سورت بقره واري مٿين آيت حديث جي ڪري منسوخ سمجهڻ گهرجي،
چو ته عفو يعني بچت ۽ ضرورت کان واڌو مال جي ڪابه تشريح ڪانهي ۽
اهو حڪم اجمالي آهي، ان ۾ ڪابه تفصيلي سمجهاڻي ڪانهي وغيره
بهرحال رب پاڪ انهن سرمايه دارن ۽ مذهبي ٺيڪيدارن جي ملي ڀڳت ۽
ناني ويڙهي کي چاڻي پيو، سو انهن جو منهن بند ڪرڻ لاءِ سورت اعراف
جي آيت ١٩٩ ۾ حڪم ڏنائين ته خذالعفو وا مربالعرف يعني اي پيغمبر
بچت مال ضرورتمندن لاءِ، آسودن کان وصول ڪيو ۽ ضرورت جي تشريح
توهان کي هميشه لاءِ قيامت تائين لاءِ سمجهائي ڇڏجي ٿي ته معروف
بنيادن تي ضرورتن جو تعين ڪندا ڪيو، هي عرف جو لفظ قرآن حڪيم
بطور اصول جي سمجهايو آهي، هاڻي هر دور ۾ هر زماني ۾ انهي عرف ۽
معروف جا ماپا پنهنجا پنهنجا هوندا، جن جي معني لاءِ هر حڪومت اهڙا
ادارا ۽ محڪما قائم ڪندي آهي، جيڪي کاتا هر دور ۾ راشن جون
قيمتون ۽ بيين استعمال جي شين جون قيمتون، سوارين جا ڪرايا ڀاڙا،
جاين جا اگهه مطلب ته اهڙا سرڪاري محڪما ۽ کاتا زندگي جي معيار،
ماڻهن جي حيثيت، ضرورت، کپت، آمدني جي سين وسيلن کي سامهون
رکي ويليوز جو تعين ڪندا آهن، انهي ڪارڪردگي لاءِ ججن ۽ واسطيدار
حاڪمن کي قرآن پاڪ تعليم ڏني ته اهو وهنوار اوهان عرف ۽ معروف
بنيادن تي ڪجو، جڏهن ته هر دور جا اگهه ۽ ويليوز مٽبا رهندا آهن، تنهن
ڪري قرآن معروف ۽ عرف جو اصول ڏسي باءِ لاز ناهڻ وارن جي رهنمائي
ڪري ڇڏي ته وچٽرائي ۽ معقوليت کي سامهون رکي ماپا مقرر ڪجو،
بهرحال اها آيت منسوخ ڪانهي، اها آيت بحال آهي، اٽل آهي، ان آيت کي
منسوخ سڏڻ وارا تمام وڏا قدآور ماڻهو آهن، آئون انهن جي باري ۾ انهن
جي شان خلاف ڪجهه چوڻ نٿو چاهيان، صرف هڪ ننڍڙو عرض ڪيان ٿو
ته رسول سائين جن کي جڏهن قرآن حڪيم مڪي سورت ۾ به حڪم ڏني
ٿو ته خذالعفو وامربالعرف يعني ماڻهن کان ضرورت کان وڌيڪ سڀ مال
وصول ڪر ۽ مدني سورت ۾ به چٽي پڌري نموني پڌائي ڇڏي ته توکان
ماڻهو جيڪو مال خرچ ڪرڻ جي مقدار بابت سوال ڪن ٿا ۽ قانون پڇن

تا، تون انهن کي ڀڏائي ڇڏ تہ هر بچت شيءِ حاجتمندن مٿان خرچ ڪري ڇڏڻي آهي تہ مڪي ۽ مدني دور ڪان پوءِ قرآن واري قانون خلاف، اهي حديثون ڪيئن وجود ۾ آيون ۽ ڪهڙي دور ۾ آيون ۽ ڇا رسول ڪريم جن قرآن حڪيم کي پنهنجي حديثن ذريعي ڊاهڻ، ميسارڻ، منسوخ بنائڻ لاءِ نبي ڪري موڪليا ويا هئا ڇا؟ ۽ جڏهن تہ حضور صلي الله عليه وسلم جن مڪي جي انقلاب دشمنن کي چيو تہ مايڪون لي ان ابدله من تلقاۂ نفسي يعني منهنجي مجال ناه جو آئون قرآن کي بدلائي توهان جي راضي ڪرڻ لاءِ پنهنجي طرفان ڪجهہ گهٽائي وڌائي پيش ڪيان تہ ان جواب مان ثابت ٿي ويو، تہ پيغمبر سائين جي ڪابہ اهڙي حديث ٿي نٿي سگهي. جيڪا قرآن کي رد ڏئي، جيڪا قرآن کي منسوخ بنائي، جيڪا قرآني احڪامن جي خلاف هجي.

ڪي دانشور ماڻهو پڇندا رهندا آهن تہ جيڪڏهن اڳين نبين جي زماني ۾ هڪڙي نبي جي ڪتاب ۾ پوءِ ايندڙ نبي جو ڪتاب ان جون ڪجهہ آيتون منسوخ بنائي، انهن جي جاءِ تي وڌيڪ بهتر آيتون آڻن ضروري سمجهندو هئو ۽ اهڙو مذڪوره قرآن ۾ بہ آهي تہ پوءِ خود قرآن ۾ بہ وقت گذرڻ ڪري اهڙيون ضرورتون پيدا ٿيون هونديون، خاص ڪري جو هي تيز رفتار ترقي جو دور هلي پيو آهي، تہ انهيءَ سوال جو، جواب تمام گهڻ پاسائتو آهي، جيڪو حاضر خدمت آهي، هڪ تہ قران حڪيم، جن اڳين نبين جي ڪتابن جي نسخ جو ذڪر سورت بقره جي آيت ٦ ـ ١ ۾ آندو آهي، تہ ان جا ٻي سبب آهن. هڪ منڍ مضمون ۾ پڙهي آيا پيو اهو تہ اڳئين ڪتابن جون ڪي آيتون زماني جي حادثن، تباهين، زلزلن، سازشن وغيره سبب هيٺ مٿي ۽ ضايع ٿي وڃڻ سبب ناپيد ۽ گم ٿي ويون. آيتن ڪي پوءِ اچڻ واري نبي ۽ رسول جي ڪتابُ ۾ آندو ويندو هو، جنهن لاءِ قرآن پاڪ ننسها جو لفظ ڪتب آندو آهي، يعني ڪنهن شي جي گم ٿي وڃڻ، اٿلپ ٿي وڃڻ کي ائين ڪري چيو ويو تہ ڇڻ ان کي زماني وارن وساري ڇڏيو، جنهن کي پوءِ وري ٻيهر آندو ويو ۽ ٻيو سبب نسخ جو اهو آهي، تہ اڳئين زماني ۾ نبي ۽ رسول محدود علائقن ۽ مخصوص قومن لاءِ ايندا هئا، پوءِ ڪيترين سارين ڳالهين ۽ احڪام انهن قومن لاءِ



مخصوص هوندا هئا، جيڪي ٻين قومن جي ڪلچر ۽ ريتن رسمن لاءِ ضروري نہ هوندا هئا. يا فٽ نہ ٿي سگهن ها. ان ڪري بہ انهن مخصوص شين کي ٻين قومن لاءِ نامناسب سمجهي منسوخ ڪيو ويندو هئو ۽ انهن جي پيٺ ۾ قرآن حڪيم تہ بلڪل نرالو ڪتاب آهي، هي ڪتاب جنهن رسول طرف موڪليو ويو آهي. اهو بہ ٻين رسولن جي پيٺ ۾ مختلف آهي، اهو هن طرح تہ اڳيان رسول ۽ نبي خاص علائقي، خاص قوم طرف ۽ خاص ميعاد لاءِ موڪليا ويا هئا. جڏهن تہ محمد الرسول الله پوري ڪائنات لاءِ ۽ قيامت تائين ۽ هر هنڌ هر علائقي لاءِ رسول ڪري موڪليا ويا آهن، جن جي دائري جو ڪجهہ تعارف هن اردو شعر ۾ اچي وڃي ٿو.

ستارون کوکهدو کہ کوچ کرین کیونک شمس منور آتا
قومون کي پيغمبرآچکي ـ اب سب کا پيغمبر آتا هي.

جيئن رسول ڪريم جن خاتم الانبيا آهن، تيئن انهن کي مليل ڪتاب بہ خاتم الڪتب آهي، جيئن رسول سائين جو اعلان آهي تہ يا ايها الناس اني رسول الله اليڪم جميعا يعني اي انسانو! آئون اوهان سڀن طرف رسول ڪري موڪليو ويو آهيان تہ اهڙي نموني ڪيس مليل قرآن مجيد بہ هدي للناس يعن سڀن انسانن لاءِ هدايت وارو ڪتاب ڪري موڪليو ويو (٣ ـ ٣) ۽ اهڙي نموني قرآن جي حدود اربعہ ذڪري للعالمين بہ آهي (٦.٩١) ۽ قرآن جو خطاب يا ايهاالناس بہ آهي، يعني ذات انسان کي خطاب ڪندڙ ڪتاب آهي تہ هن دائمي ۽ ابدي انساني منشور ۾ جيڪي بہ قانون ڀڏايا ويا آهن، بنيادي طور قانون سازيءَ لاءِ اصولن جي طور تي ڏسيا ويا آهن، پوءِ قيامت تائين انهن اصولن جي روشني ۾ هر دور ۾ هر علائقي ۾ سيڪو پنهنجن پنهنجن ضرورتن لاءِ قانون سازي ڪري سگهندو، اهڙي نموني جو اصولن جي پڇڪڙي نہ ٿئي ۽ جيئن تہ هر پوءِ ايندڙ زمانو اڳئين وقت جي پيٺ ۾ عقل، فهم، تجربن، سائنسي انڪشافن ۽ ايجادن جي لحاظ سان وڌيڪ پرپور راز کوليندڙ ٿيندو رهندو. قرآن پاڪ پاڻ بابت بہ اهڙي حقيقت بيان ڪئي آهي تہ هو وقت اچڻ سان جيئن پوءِ تئين اڳئين کان اڳريون خبرون اوهان کي ڀڏائيندو، پڙهي ڏسندا

سورت ص جون آخري ٻہ آيتون ان هو الاذكر للعالمين . و لتعلمن نباه بعد حين تہ حضور اكرم صلي الله عليہ وسلم جن كان ٻہ رب پاڪ اعلان ڪرايو تہ اي رسول جيئن تون خاتم الانبياء ڪري موڪلو وڃين ٿو ۽ ختم نبوت جي تقاضا آهي تہ هاڻي انساني آبادي عقل ۽ بصيرت تي پنهنجي رهنمائي لاءِ وحي واري رهنمائي ۾ پنهنجا قانون پاڻ ٺاهي، دنيا ۾ترقي ڪري ۽ ارتقا جون منزلون ماڻي هاڻ اڳتي لاءِ نبين جو موڪلڻ بند. هاڻي علم جي آڌار تي عقل ۽ فهم جي طريقي قلم ۽ تحقيق جي بنياد تي اڳتي وڌو. بلڪل انهي قسم جو اعلان رب پاڪ پنهنجي آخري نبي ۽ رسول كان وحي جي آخري ڪتاب قرآن حڪيم ۾ ڪرائي ڇڏيو، پڙهي ڏسو. سورت يوسف جي آيت نمبر ١٠٨ ۾ فرمان آهي تہ قل هذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيره انا ومن اتبعني و سبحان الله وما انا من المشركين، يعني حضور سائين كان تہ اعلان ڪرايو ويو تہ سندن دعوت وارو پروگرام بصيرت تي مبني آهي، ۽ سندن تابعدار ۽ پوئلڳ سڏائڻ وارن جي ٻہ نشاني قرآن حڪيم ٻڌائي ڇڏي تہ اهي ٻہ بصيرت ۽ دانش تي مبني پروگرام جي دعوت ڏيندا هجن تہ انهن کي صحيح ۽ سچو سمجهجو، ۽ جي هو ڪنهن ڪرامت، معجزي ۽ ڇو منتر جون ڳالهيون ڪندا هجن تہ سمجهي ڇڏيو تہ اهي منهنجي تابعدارن مان ڪونهن ڪي، يعني هن آيت مان ثابت ٿيو تہ ختم نبوت جي معني ئي اها آهي تہ اڳتي پنهنجي عقل ۽ شعور كان ڪم وٺي صراط مستقيم تي هلو، انهيءَ حقيقت کي سمجهائڻ لاءِ آخري نبي جي آخري ڪتاب ٻہ اهڙي قسم جي ڳالهہ ٻڌائي آهي تہ سچا مومن اهي هوندا، جو پيو تہ ٿهيو ۾ جي انهن جي اڳيان قرآن مان ٻہ سندن پالڻهار جون آيتون پڙهي ڪين ٻڌايون ويندیون تہ هو اهڙا تہ داناءِ هوندا جو اسان جي آيتن کي ٻہ گونگا ۽ انڌا ٿي قبول نہ ڪندا ، بلڪ بصيرت جي ڪسوٽي تي ٺڪي، ٺوڪي، سوچي سمجهي، ڏسي وائسي پوءِ قبول ڪندا ، پڙهي ڏسندا ، سورت فرقان آيت ٧٣، والذين اذاذكر و ابايات ربهم لم يخروا عليها صما و عميانا پڙهندڙ صاحبان! غور فرمايو تہ قرآن حڪيم هن آيت ۾ هڪ چئلينج ٻہ ڪري ڇڏي تہ قرآن ۾ ڪا ٻہ اهڙي آيت ڪانهي، جيڪا عقل سائنس جي



خلاف هوندي، جيڪڏهن ڪير اهڙي آيت ڏيکاري سگهي تہ انهي کي اجازت آهي تہ ڀلي هو ان کي قبول نہ ڪري ۽ هو ان کي مڃڻ لاءِ پابند ناهي، ايتري تائين جو ان کي قرآن بابت شرح صدر ٿئي، ان جو دماغ ان کي قبول ڪري. هنن ٿورڙن مثالن مان سمجهي ويا هوندا تہ حضور صلي الله عليہ وسلم کي قرآن ملڻ کانپوءِ نبوت جو سلسلو ڇو ختم ڪيو ويو، يعني جيتري حد تائين انسان کي وحي جي رهنمائي جي ضرورت ۽ حاجت هوندي تہ ان لاءِ قرآن ڪافي آهي، باقي ايتري وحي کان پوءِ انسان جو فکري بلوغت کي پهچڻ لازم ۽ يقيني آهي، انکري اڳتي هو قرآن جي آئيني ۾ زندگي جو سفر پاڻ ڪري، هاڻ قرآن هوندي، انسان کي ڪنهن ٻئي جي آڱر وٺي هلڻ جي ڪا ٻہ ضرورت ڪانهي، اهو خاص طرح هن ڪري تہ رب پاڪ قرآن حڪيم ۾ وحي جي رهنمائي سان گڏ جا بجا عقل کان ڪم وٺڻ جو حڪم ڏنو آهي غور فڪر، تدبر ۽ سوچ جو حڪم ڏنو آهي، ايتري تائين جو سورت يونس جي آيت نمبر ١٠٠ ۾ فرمائي ٿو تہ جيڪي ماڻهو عقل کان ڪم نٿا وٺن تہ انهن جي فيصلن ۽ زندگي تي پليتي ڇانئين رهندي. فرمان آهي تہ ويجعل الرجس علي الذين لايعقلون، قرآني آيتن منسوخ ٿي سگهڻ جي ڳالهہ ڇوڻ وارا چئن تہ الزام هٽي رهيا آهن تہ اهي آيتون عارضي ۽ وقتي آهن، انهن ۾ ابديت ۽ ازليت جي صلاحيت ڪانهي، ان ڪري تہ اهي منسوخ ڪيون ويون آهن. سورت جي آيت ٨٢ ۾ رب پاڪ پنهنجي رسول کي، قرآن دشمنن کان خبردار ڪندي فرمايو تہ ولايصدنك عن آيات الله بعد اذ انزلت اليك وادع الي ربك ولاتكونن من المشركين يعني، اي پيغمبر خيال، رکجانءِ تنهنجي طرف آيتن نازل ٿيڻ کانپوءِ ڪوئي توکي انهن تي عمل ڪرڻ ۽ قانون سازي کان روڪي نہ ڇڏي ۽ توکان هو پنهنجا مطالبا مڃائي توکي حڪومتي وهنوار هلائڻ ۾ حصيدار بنجڻ تي مجبور نہ ڪن، اهڙي صورتحال ۾ انهن کان جان ڇڏائڻ لاءِ الله کان مدد گهرجانءِ. هن آيت تي غور ڪيو وڃي تہ قرآن دشمن ماڻهو جن جي اندروني ۽ ذهني پس منظر کي الله ڄاڻي ٿو ۽ پنهنجي رسول کي آگاهہ ڪري ٿو تہ اهي ماڻهو ڪنهن ٻہ قيمت تي برداشت نہ ڪندا. اسان جي آيتن وارو قانون هنن جي آپشاهي واري حاڪميت

کسي، سواءِ للسائلين واري ڪلاس ليس سوسائٽي قائم ڪري، انڪري
اهي ماڻهو ڪوشش ڪندا ته توکي مجبور ڪن ته تون انهن سان
ڪمپرومائيز ڪرين، پوءِ دنيا ته ڏٺو ۽ قرآن شاهد آهي ته حضور صلي الله
عليه وسلم قرآني احڪامن تي باقائدي سئو سيڪڙو مڪمل ۽ موافق
حڪومت قائم ڪري ڏيکاري جو رب سائين پنهنجي رسول کي پنهنجي
فرشتن سميت داد ڏنو ۽ خراج تحسين پيش ڪيو ته ان الله و ملائڪته
يصلون علي النبيءِ پوري دنيا جي انقلابين کي به رب پاڪ حڪم ڏنو ته
اوهان به منهنجي نبي کي سلوٽ ڪيو. هتي لفظ صلوه جي گهٽين معنائن
مان هڪ معني پڙهندڙن جي ذهن تي آڻن مناسب سمجهان ٿو، اها هي آهي
ته سورت طه جي آيت نمبر ١۴ ۾ آهي ته رب سائين موسيٰ علي السلام
کي مديني کان مصر ويندي واٽ تي نبوت عطا ڪئي ۽ نبوت جي
ذميوارين سمجهائڻ دوران هڪ سمجهاڻي ۽ هدايت هي به ڏني ته اقم
الصلوات لذڪري يعني منهنجي قانون ۽ نظام قائم ڪرڻ لاءِ صلوت جو
طريقو اختيار ڪجانءِ، قائم ڪجان، هونئن صلوت جي معنيٰ تابعداري ۽
پوئيواري آهي، يعني الله جي نظام قائم ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم جي
تابعداري ۽ پوئواري واري هلچل، ته مٿئين حوالي ۾ حضرت موسيٰ عليه
السلام کي جيڪي ذميواريون سمجهايون وڃن پيون، انهن مان هي
حقيقت عالم آشڪار آهي ته حضرت موسيٰ پنهنجي غلام قوم کي
فرعون کان آزادي وٺي ڏيڻ لاءِ فرعون طرف موڪليو ويو هو، ته سندس
انهي مين ڪاز کي ذهن ۾ رکي پوءِ هن فرمان ربي تي غور ڪيو ته اقم
الصلوت لذڪري يعني موسي کي جنهن صلوت جي قائم ڪرڻ جو حڪم
ڏنو ويو هئو، اها هئي غلام قوم کي آزادي وٺي ڏيڻ، اڄڪلهه قرآن
حڪيم جا گهڻا تڻا ترجمي ڪرڻ وارا صلوت لفظ جي معنيٰ نماز لڳندا
آهن، ته انهيءَ ترجمي مهل غور ڪرڻ گهرجي ته جيڪڏهن انهن جون
نمازون غلام قومن کي آزادي ڏيارڻ ۾ ڪم ڏئي سگهن ٿيون ته ترجمو
صحيح آهي، جي نمازن پڙهڻ کان پوءِ به نمازي پاڻ ئي غلام آهن ته معني
۾ شڪ سمجهبو، باقي حضرت موسيٰ ته اقم الصلواة تي اهڙو عمل ڪري
ڏيکاريو جو فرعون کي سندس سين جنرلن ڪرنلن سميت درياءَ ۾ ٻوڙي



پنهنجي قوم کي بچائي آزاد ڪرائي وٺي ويو. هڪ رسول جو عمل اقم
الصلواة جي حڪم جي تعميل لاءِ اهو سڀ کان بهتر تفسير ۽ ترجمو
چئبو، مٿي ڳالهه هئي ته حضور صلي الله عليه وسلم جن مڪي جي غلام
ساز سردارن کي شڪست ڏئي جيڪا حڪومت قائم ڪئي، اهائي
حڪومت اڳتي هلي بنياد بڻي هئي، قيصر ۽ ڪسريٰ جي سلطنتن جي
خاتمي جو، انڪري رب پاڪ جاڻي پيو ته منهنجي آيتن خلاف دنيا جي
بادشاهن جا ڪارندا وڏو ننهن چوٽي جو زور لڳائيندا ته قرآن جهڙي
منشور ۾ خلل وجهن ۽ ان جي انقلابي فقرن کي منسوخ ڪرائڻ لاءِ حيلا
هلائين، پوءِ اها ڳالهه اوهان جي سامهون آهي، جنهن بابت منهنجو هي
مضمون تمام مختصر ماتم آهي ته اهي ماڻهو جيڪي چون ٿا ته قرآن جون
سون جي تعداد ۾ آيتون منسوخ ٿي چڪيون آهن، اهي ڪوڙ ٿا هڻن، مٿين
آيت مان اوهان چڱي طرح سمجهي ويا هوندا ته اهڙن ماڻهن جي اندر جي
پليتي کي رب سائين پرکيندي پنهنجي پيغمبر کي ڏسو ته ڪيئن نه
مضبوط پيو ڪري ته خيال ڪجان، متان اهي قرآن دشمن، منهنجي آيتن
کان توکي روڪي نه ڇڏين، يعني دستبردار نه ڪري ڇڏين. الله سائين
انهن انقلاب دشمن ۽ اندر جي پليت ماڻهن، مفاد پرستن جو ايڪسري
ڪري سورت فتح جي آيت نمبر ١۵ ۾ ٻڌايو ته يريدون ان يبدلوا ڪلام الله
يعني اهي چاهين ٿا ته الله جي ڪلام کي قرآن کي الٽ پلٽ ڪري ڇڏين.
پر سورت يونس جي آيت ٦۴ ۾ رب تعاليٰ قرآن جي آيتن کي منسوخ چوڻ
وارن کي منهن تي ٿڦڪائيندي فرمايو ته لا تبديل لڪلمات الله ذالڪ هو
الفوز العظيم يعني قرآن جي احڪامن، الله جي قانونن ۾ ڪلمن ۾ آيتن
۾ ڪا به تبديلي ڪانهي، اهائي قرآن جي وڏي ڪاميابي آهي، جو دشمن
ته قرآن کي منسوخ سڏڻ لاءِ بيتاب آهن، پر قرآن سلامت آهي. پر اجا به و
الله متم نوره ولوڪره الڪافرون ٨ ـ ٦١ يعني الله پنهنجي هن سوجهري
واري آزادي ڏيارينڊڙ منشور کي هدف تائين، ٽارگيٽ تائين پڄائي
ڏيکاريندو ۽ پنهنجي نظام کي پنهنجي رسول هٿان قائم ڪري
ڏيکاريندو، توڙي اها ڳالهه ڪافرن کي نه وڻي ۽ الله ته برابر اهو وعدو پورو
ڪري ڏيکاريو ۽ رسول سائين برابر قرآن جي موافق ماڪان لنبي ان

يڪون لہ اسريٰ واري حڪم موافق انسانن کي غلام بنائڻ تي بندش وڌي، پر پوءِ بہ ٽي سئو سال دير سان اچي ماڻهن حديثن جي نالي سان مشهور ڪيو تہ نبي سائين جي زماني ۾ اصحاب رسول جي زماني ۾ غلام سازيءَ جو ڪلچر جاري رهيو، ڪڏهن بہ بند نہ ٿيو، ۽ انهيءَ پروپيگنڊه جڻ تہ رسول سائين ۽ اصحاب ڪرام مٿان الزام هڻي ڇڏيو تہ انهن جي زماني ۾ بہ مٿين آيت تي عمل ڪونہ ٿيو آهي ۽ بخاري صاحب تہ هڪ ڪوڙي حديث ٺهيل هي بہ لکي ڇڏي آهي تہ زاني ۽ زانياڻي عورت جيڪڏهن شادي شده آهن، تہ قرآن ۾ انهن لاءِ سنگسار جي سزا آهي پر اها آيت هاڻي قرآن مان گم ڪئي وئي آهي. ( مان پيا فقہ تہ ڪونہ پڙهيا آهن، پر حنفي فقہ وارا بہ قرآن واري سزا سئو لڪڻ بدران سنگسار واري سزاجي فتويٰ ڏيندا آهن. يعني ايتري تائين پٿر هڻندا رهون جيتري تائين مري وڃن) ۽ جي جاچ ڪبي تہ کهڙي فقہ وارا کهڙي ٿا فتويٰ ڏين تہ ڪوڙي کي گهمرو نظر ايندو، ڇو تہ شاهہ ولي الله جهڙي ماڻهو بہ ڪتب عليڪم اذا حضر احد ڪم الموت واري آيت کي ميراث واري آيت سان منسوخ قرار ڏنو آهي ۽ اڪثر حنفي وصيت کي ناجائز سڏيندا آهن ۽ ميت جيڪڏهن مرڻ کان اڳ ۾ وصيت ڪري بہ وڃي تہ ان تي عمل نہ ڪندا آهن، جڏهن تہ رب پاڪ ڪتب جي صيغي سان وصيت ڪرڻ جو حڪم بہ تاڪيد سان ڏنو آهي، خبر نٿي پوي تہ شاهہ ولي الله جهڙو ماڻهو ڪيئن ٿو چوي تہ وصيت جو حڪم ورثي واري آيت سان منسوخ آهي، جڏهن تہ قرآن پاڪ ورثي جي ورهاست جو تفصيل بيان ڪندي فرمائي ٿو تہ من بعد وصيه يوصي بهااودين يعني ميت جي وصيت ۽ قرض لاهڻ کان پوءِ هن طرح وارثن ۾ حصا پتيون ورهايا وڃن، اها ڳالهہ قرآن حڪيم سورت نساء جي ٻئي رڪوع ۾ حصن پتين ورهائڻ جي ڳالهہ سمجهائيندي چار ڀيرا فرمايو آهي تہ اها ورهاست وصيت ۽ قرض ادا ڪرڻ کان پوءِ ڪجو سورت بقره جي آيت ۱۸۰ ۾ رب سائين وصيت بابت حقا علي المتقين يعني وصيت ڪرڻ متقين مٿان واجب آهي، جا الفاظ فرمايا آهن ۽ اڳلي آيت ۾ فرمايو آهي تہ وصيت ٻڌندڙ جيڪڏهن انم ڦير ڦار ڪندا تہ ڏوهاري ٿيندا ۽ اهڙي حرڪت انهن کي ڳچيءَ ۾ پوندي. بهرحال مولانا عبيدالله



سنڌي هن مسئلي ۾ شاهہ ولي الله جي بہ مخالفت ڪئي آهي ۽ وصيت جي حڪم کي، آيت کي، غير منسوخ ۽ سلامت قرار ڏيندي فرمايو آهي تہ جيڪي وصيت کي منسوخ قرار ڏين ٿا. انهن کي قرآن جي حڪمت ۽ فلسفي جي خبر تڏهن پوي ها جڏهن منهنجي ماءَ وانگر انهن جون مائرون بہ غير مسلم هجن ها. آئون قرآني حڪمت بابت امام سنڌي جي مٿئين دليل ۾ واڌارو ڪندي عرض ڪيان ٿو تہ قرآن حڪيم جي معاشي پروگرام ۾ ورثو ڪو مال جو اصلي ذريعہ معاش ڪونهي، اهو حڪم تہ قرآن واري حڪومت قائم ٿيڻ تائين عبوري حڪم آهي، ڇو تہ قرآن حڪيم جيڪا حڪومت قائم ڪرائڻ گهري ٿو، اها رعيت لاءِ پيءُ ماءُ کان وڌيڪ ڪفيل ۽ شفيق هوندي، انڪري قرآن حڪيم بغير پورهئي ۽ محنت جي ورثي جي مال تي مستي ڪرڻ تي ٽوڪ بہ ڪئي آهي تہ وتا ڪلون التراث اڪلا لما ۱۹ ـ ۸۹ يعني ورثي جي مال کائڻ لاءِ تہ آيا ٿا رهو، جيڪو ويڙهي سيڙهي هڙ ڪائي ٿا وڃو. هوندن حضرت روضي ڌڻي محمد راشد پاڳاري رحمت الله عليہ ان لاءِ ڏاڍو سٺو فرمايو آهي تہ پنهنجو ڪمائين ڪين کي سارين ڏاڏا ۽ نانا، اهڙا وائي آنا ڪڪڙ ڪيئي ڪدي ڇڏيا، وصيت کي قرآن حڪيم جيڪا اهميت ڏني آهي جو وارثن ۾ ترڪي ورهائڻ جي احڪام دوران چار ڀيرا وصيت جو ذڪر ڪيو اٿس ۽ وصيت ٻڌندڙن کي بہ سختيءَ سان حڪم ڏنو اٿس تہ مٿا شاهدي مهل فوتيءَ جي ڳالهہ ۾ ڪا مٿاسٽا ڪيو، جي ائين ڪندو تہ سزا پوڳيندو ۽ سورت بقره ۾ وصيت کي متقي ماڻهن لاءِ واجب بہ قرار ڏنو آهي، تہ ايتري ساري تاڪيد جو پس منظر ۽ قرآني فلاسافي ۽ حڪمت هي آهي تہ الله تعالىٰ قرآن حڪيم ذريعي مومنن ۽ مسلمانن کي جنهن تحريڪي ۽ مشنري زندگي جي تعليم ڏني آهي. اجتماعي سڌارن ۽ ڀلائي جي ادارن قائم ڪرڻ لاءِ درسگاهون، اسپتالون، معاشري جي يتيمن، بيواهن جي اسڪالرشپ لاءِ ٽرسٽون قائم ڪرڻ، اهڙن سڀن ڪمن لاءِ سرندي وارن ماڻهن مٿان تہ فرض آهي، جو جيتري تائين سندن، فلاحي گورنمينٽ قائم ٿئي، ايتري تائين پنهنجي اجتماعن ۽ معاشرن جي سڌارن لاءِ پاڻ پتوڙين، اهڙا ڪم عيسائين، هندن ۽ يهودين جا ماڻهو تہ پنهنجي ملڪيت مان وصيت ذريعي ٽرسٽون ٺاهي

وڏا وڏا خرچ پيا ڪن. باقي مسلمانن کي الائي ڪهڙن فقهي امامن ۽
حديثن وارن امامن سندن مال مان وصيت ڪري اهڙن ادارن ناهڻ کان
روڪڻ لاءِ قرآن حڪيم مان وصيت بابت چار پنج آيتون لاڳيتو منسوخ
ڪري ڇڏيون اٿن، هونئن قرآن حڪيم کي منسوخ جي بهاني نصاب ۽
سليبس مان ڪيڻ جي سوچ ته قدس سره واري لڏي جي آهي پر فقهي
امامن جو اهڙو نظريو الائي ڇو ٿيو آهي، بهرحال سرتار ٻڌائي ٿو ته گهس
جائو ڪامريڊ جو عمل هر دور ۾ هر ڪنهن سان ٿيو آهي. منهنجو خيال
آهي ته هي مضمون ختم ڪرڻ کان اڳ سورت حج جي آيت نمبر ٥٢ کي
وري پيو پيرو پڙهندڙن جي خدمت ۾ ترجمي سان پيش ڪري تنسيخ جي
نظريي جو قرآني موقف پيش ڪيان ته اهو وڌيڪ مناسب ٿيندو. آيت آهي
وما ارسلنا من قبلک من رسول ولانبي الااذاتمني القي الشيطان في امنيته
فينسخ الله مايلقي الشيطان ثم يحکم الله آياته و الله عليم حڪيم يعني
قرآن حڪيم ٻڌائي ٿو ته ايامن کان زمانن کان هي رواج هليو پيو اچي،
روئداد هلندي پئي اچي ته الله جا موڪليل رسول ۽ نبي پنهنجي زماني ۾
جڏهن اچي الله جي وحي ڪيل ڪلام کي پيش ڪري پيا وڃن ته انهن جي
تلاوت ڪيل ڪلام ۽ پيش ڪيل ڪلام ۾ رسولن ۽ نبين جي وڃڻ کان
پوءِ انهن جا دشمن جيڪي شياطين من الانس و الجن يعني شيطان
جيڪي جنن ۽ ماڻهن مان هوندا آهن، اهي ان وحي واري ڪلام ۾
پنهنجون ملاوٽون ڳنڍي ڇڏيندا هئا، پوءِ رب تعاليٰ پوءِ ايندڙ ۽ بعد ۾ ايندڙ
رسول ۽ نبي جي ڪتاب ۾ شيطاني ملاوٽ کي منسوخ ڪري ڇڏيندو هئو
۽ اهو پويون ڪتاب يحکم الله آياته يعني مضبوط محڪم ۽ اڻ مٽ ۽
ناقابل تنسيخ ٿي ويندو هو. محترم پڙهندڙ صاحبو! هي ترجمو مون
سورت انعام جي آيت نمبر ١١٣ کي هن آيت سان ملائي ڪري ڪيو
آهي. مهرباني ڪري اوهان به پاڻ وٽ ترجمي وارو قرآن کولي سورت حج ۽
سورت انعام جون اهي ٻئي آيتون ملائي پڙهي ڏسندا ۽ قرآن حڪيم
جيڪو پنهنجو تفسير پاڻ ٿو ڪري اهو پنهنجي اکين سان پاڻ پسي ڏسندا،
بهرحال هنن آيتن ۾ هڪ هي ڳالهه به معلوم ٿي ته رسولن ۽ نبين جا
دشمن انهن جي وحي واري فڪر ۽ فلسفي تي وار ڪندا آهن، ٻي ڳالهه هي



به ثابت ٿي ته نبين جي انهي مشن، تحريڪ ۽ انقلابي پروگرام جي ڪري
هو انهن جا دشمن به ٿي پوندا آهن ۽ رسولن مٿان دشمني ۾ اچي هر قسم
جا ڪوڙا بهتان مڙهڻ ۾ به ڪا ڪسر نه ڇڏيندا آهن، اهڙن مثالن ۽ ثبوتن
لاءِ منهنجو ڪتاب قرآن مهجور پڙهي ڏسندا، جنهن ۾ حضور صلي الله
عليه وسلم سندن اهل بيت ۽ حضرت ابراهيم عليه السلام کي به معاف نه
ڪيو اٿن، ٽيون هي ڳالهه به هنن آيتن مان ثابت ٿي ته جيڪو به آخري
ڪتاب هوندو آهي ۽ بعد ۾ پڇاڙي ۾ ايندو آهي، ان ۾ اڳين ڪتابن جون
سڀ ملاوٽون ته ختم ڪيون وينديون آهن، پر اهو ڪتاب هر طرح سان
محڪم ۽ مضبوط به بڻايو ويندو آهي. سوهي ته ٺهه ٺيل حقيقت آهي ته
قرآن حڪيم خاتم الڪتب آهي، سڀن ڪتابن جي پڇاڙي آهي، جيڪو
اصل ۽ حقيقت جي لحاظ سان محڪم آيتن وارو ڪتاب آهي، پڙهي
ڏسندا سورت هود آيت نمبر١ ڪتاب احکمت آيا ته ثم فصلت من لدن
حڪيم خبير هنن آيتن جي رهنمائي جي لحاظ سان هي ته ٺهه ٺيل
حقيقت ثابت ٿي وئي ته قرآن حڪيم آخري ڪتاب هجڻ ڪري محڪم،
محفوظ ۽ مڪمل ڪري موڪليو ويو آهي، ڇو ته نزول قرآن جي پڇاڙي
مهل هي اعلان به ڪيو ويو ته اليوم اکملت لکم دينکم واتممت
عليکم نعمتي ورضيت لکم الاسلام دينا، مون کي مٿين آيتن جي
روشني ۾ هڪ خاص ڳالهه طرف جيڪو ڌيان ڇڪائڻو آهي. اها هي آهي
ته رسول جا جڏهن، شيطان قسم جا ماڻهو دشمن ٿيندا آهن ۽ اهي القي
الشيطان في امنيته جي بقول نبين جي ڪتابن ۾ ملاوٽون ڪندا آهن، ته
قرآن حڪيم لاءِ جيڪو مشهور ڪيو ويو آهي ته ان جون پنج سئو کان
وڌيڪ آيتون منسوخ ٿي ويون آهن ۽ جواب ۾ قرآن للڪاري پيو هڪلون
ڏيئي پيو ته لاياتيه الباطل من بين يديه ولامن خلفه تنزيل من حڪيم
حميد ٤٢ ـ ٤١ يعني باطل کي جرئت ئي ڪانهي جو قرآن جي تحريف لاءِ
سامهون اچي ڏيکاري، حديثن ۽ فقه ناهڻ وارن ورثي جي مسئلن مان
وصيت کي منسوخ ڪيو ته به قرآن مان وصيت جا احڪام ڪڍي نه
سگهيا، حديثن واري علم جي گروهه، شادي شده زاني ۽ زانياڻي عورت
کي سنگسار ڪرڻ جون فتوائون، فقه گهڙي حضرت عمر جهڙي هستي

طرف منسوب ڪري ڇڏيائون، پر ان مسئلي بابت سورت نور جي ٻڌايل قانون الزانيہ والزاني فاجلدوا ڪل واحد منهما ماه جلده جي قانون وارن لفظن ڪي هيٺ مٿي ڪري نہ سگهيا آهن. قرآني آيت ڪي منسوخ بنائڻ وارن جي اصلي تصوير ۽ ناڪامي ڪي جيڪڏهن وڌيڪ تفصيل سان سمجهڻو آهي تہ علامہ رحمت الله طارق مگسي اصل وينل شهدادڪوٽ ۽ هاڻي شهر ملتان جو تفسير منسوخ القرآن پڙهي ڏسندا، مون هي بہ چار اکر فقہ القرآن جي ضمن ۾ لکيا آهن ۽ اصل اهو مضمون منهنجي موضوع سان متعلق ناهي ۽ علامہ رحمت الله جي تفصيلي محنت ڪري ان موضوع تي لکڻ ايترو ضروري بہ ڪونهي جو ان جو ڪتاب مارڪيٽ ۾ موجود آهي ۽ آئون هت علامہ طارق مگسي صاحب جو هڪ دلچسپ سوال، نسخ جي قائلن ڪان ان جي ٿورن سا ڪرڻ گهران ٿو تہ حضور صلي الله عليہ وسلم جن جي دور نبوت ۽ نزول قرآن جي عرصي ٢٣ سالن ۾ قرآن مجيد جون جيڪڏهن پنج سئو ڪان وڌيڪ آيتون منسوخ ٿيون آهن. يعني قرآن ۾ ايتري پختگي صلاحيت ئي ڪانہ هئي، جو پنهنجا اصول ۽ قانون ڪجھ عرصو بچائي ۽ وڌيڪ ميعاد لاءِ هلائي سگهي. يعني هڪ طرف نازل ٿيندو وڃي، ٻئي طرف منسوخ ٿيندو وڃي، پوءِ جيڪڏهن ٢٣ سالن ۾ پنج سئو ڪان وڌيڪ آيتون مدي خارج ٿيون تہ قرآن ۾ ڪل آيتون اهي ڪي ڇھ هزار ۽ ڪجھ سئو آهن ۽ مٿئين حساب سان قرآن جي نسخ جو سلسلو هلي تہ وڌ ۾ وڌ ٿي سئو سال تائين سڀ جو سڀ آيتون منسوخ ٿيڻ گهرجن، يعني سمورو قرآن ڪينسل ٿيڻ گهرجي. جيڪا منسوخ بنائڻ وارن جي اصل دلي خواهش بہ آهي، پر جيڪي چون تہ ائين صحيح ناهي تہ پوءِ ڪير پڇي سگهي ٿو تہ پوءِ پلا اڳي دور نبوت واريون لاڳيتو پنج سئو آيتون چو؟ جو بہ شخص هڪ آيت ڪي بہ منسوخ مڃيندو، انهي جڻ تہ الله تي تہ الزام هڻي ڇڏيو تہ ان ڪان غلطي ٿي وئي، ڀل ٿي وئي، پر نسخ جي سلسلي ڪي تہ ڀو ڪير روڪي نہ سگهندو، چو تہ هڪ جي پنيان سڀ، جيڪو دليل هڪ لاءِ اهو سڀن آيتن جي لاءِ، چو تہ پنج سئو آيتن واري ذخيري ۾ تہ قرآن جون محڪم آيتن ڪي بہ معاف نہ ڪيو اٿن، تہ هن ماجرا مان ثابت ٿيو تہ جيڪي نبين جا دشمن شيطان قسم جا ماڻهو، انهن قرآن



حڪيم جي منسوخ ڪرڻ لاءِ وڏا وس هلايا آهن ۽ اسلامي تاريخ اندر تمام وڏن هستين جي نالي ايتري تائين جو اصحاب ڪرام ۽ خود رسول الله جي نالي بہ آيت جي منسوخ ٿيڻ جون روايتون منسوب ڪري ڇڏيون اٿن تہ اهو مثال تہ جڻ اسان قرآن خلاف بہ القي الشيطان في امنيتہ يعني شيطاني ملاوٽن جو اکين سان ڏسي رهيا آهيون ۽ قرآن حڪيم جي جوابي چئلينج جو بہ مشاهدو ماڻي رهيا آهيون. البت ايترو ضرور ٿي ويو آهي، جو مخالف، قرآن جا الفاظ ۽ متن تہ بدلائي نہ سگهيا آهن، باقي مفهوم معنائون، مسئلا ۽ فتوائون پنهنجون هلائڻ ۾ ڪامياب ٿي ويا آهن. يعني معنوي تحريفون ڪوڙ ساريون جاري ڪري ويا آهن، انڪري وارثان نبوت ۽ قرآن وارن مٿان فرض عائد ٿئي ٿو تہ قرآن حڪيم جي متن ۽ الفاظن جي سلامتي جو فائدو وٺندي تفسير بالروايات جي جاءِ تي قرآن جو تفسير قرآن مان عام ڪرڻ جو ڪلچر ڪامياب ڪيون ۽ نسخ جي رد ۾ اجا وڌيڪ گذارش تہ ڪنهن بہ رسول ۽ نبي جو ڪو بہ ڪتاب انهن نبين جي دور نبوت ۽ رسالت جي زماني ۾ منسوخ نہ ڪيو ويو آهي، اهي ڪتاب پنهنجي دور لاءِ مڪمل ۽ اٽمت هوا، نسخ جي ڳالھ صرف انهن ڪتابن وارن نبين جي گذرڻ ڪان پوءِ وارن نبين جي ڪتابن ۾ اڳين ڪتابن سان متعلق ڪئي وئي آهي، اها ڳالھ مٿي اسان واضح ڪري آيا آهيون تہ آيتن جي گم ٿي وڃڻ ڪري يا شيطاني ملاوٽن ڪري يا دور جي مٽجڻ وارين تقاضائن جي ڪري اها تنسيخ ٿي آهي تہ ڳالھ جو خلاصو هي نڪتو تہ هر ڪتاب پنهنجي پنهنجي دور لاءِ مڪمل ۽ ناقابل تنسيخ ۽ سلامت رهيو آهي، پوءِ جيڪڏهن سڀن نبين ۽ رسولن جا ڪتاب ايامڪاريءَ ۾ منسوخ نہ ڪيا ويا آهن ۽ انهن زمانن ۾ هو سلامت رهيا آهن تہ پوءِ قرآن ڪهڙو ڏوھ ۽ قصور ڪيو جو ان ڪي ان جي پيرڏ ۾ ۽ خودنبي سائين جي زندگي ۾ منسوخ ڪرڻ جا شوشا اٿاريا ويا آهن، سو اهڙن شوشي بازن ڪي اهوئي چئي سگهجي ٿو تہ موتو ابغيضڪم يعني پنهنجي غيض غضب ۾ ٻڏي مرو، قرآن تہ صحيح سلامت آهي.

●

# اسلام ۾ قرآن ۾ غلامي
# ۽ غلام سازي مٿان بندش آهي

ديني مدرسن ۾ پڙهايو ويندڙ دينيات جي نصاب ۾ فقه ۽ حديث جي علمن ۾ ٻانها ۽ ٻانهيون رکڻ ۽ انهن متعلق واڌاري مسئلا ته اهي مالڪن وٽ ائين آهن، جيئن انهن جي ٻي پراپرٽي جيڪا وڪرو ڪئي وڃي، يعني ڍور ڍڳن وانگر اهي ٻانها انهن جا مال متاع وانگر آهن، اهو سمورو علم اڄ ايڪويهين صديءَ ۾ به حديثن جي نالي يعني اقوال رسول جي حوالي سان پڙهايو وڃي ٿو ۽ وڌيڪ فقه جي امامن ۽ انهن ڏي منسوب مسلڪن جي حوالي سان ڪيئي مسئلا انهن ۾ جوڙيا اٿن، جيڪي پڙهايا وڃن ٿا ته ماڻهو هن دور ۾ به ٻانهين جا مالڪ ٿي سگهن ٿا ۽ هن دور ۾ به ٻانهين سان بغير نڪاح جي جماع وغيره به ڪري سگهن ٿا. هن مسئلي تي وڌيڪ لکڻ کان اڳ ۾ ماڻهن کي مغالطي ۾ وجهندڙ هڪ ڳالهه جي صفائي ۽ وضاحت ضروري سمجهان ٿو، اها هيءَ ته قرآن حڪيم ۾ جيڪو ٻانهن ۽ ٻانهين جو ذڪر اچي ٿو انهن جي خريد فروخت ۽ پئسن وغيره تي آزاد ڪرڻ جو ذڪر آيل آهي، ان بابت گذارش آهي ته نزول قرآن کان اڳئين دور ۾ صرف حجاز ته ڇا پر روم فارس سميت هر قوم ۽ علائقي ۾ غلام رکڻ جو رواج هئو ۽ جنگين ذريعي جيڪي ماڻهو جنگي قيدي بنايا ويندا هئا، انهن کي ٻانهو بنائي جانورن وانگر پنهنجي ملڪيت طور رکندا هئا، انهن جو واپار ڪندا هئا ۽ انهي زماني ۾ ڪيئي ٻانها ۽ ٻانهيون ۽ انهن مان پيدا ٿيندڙ نسل، اهي ان سماج ۽ معاشري جو هڪ اڻ ٽٽندڙ حصو بڻجي ويا هئا، ايترو جو انهن جا مسئلا به سماج لاءِ هڪ مستقل باب بنيل هئا، سو قرآن حڪيم ۾:



### اوما ملڪت ايمانڪم

يعني اهي ٻانها جيڪي اوهان جي ملڪيت بنيل آهن،

جي حوالي سان انهن جو ڪيئي ڀيرا ڪيترن ئي جڳهن تي ذڪر آيو آهي ۽ مسئلا بيان ٿيل آهن، پر اهو سڀ مذڪور صرف انهن ٻانهن ٻانهين متعلق آهي، جيڪي اسلام کان اڳئين دور جي باقيات هئا ۽ قرآن حڪيم ۾ انهي اڳين باقيات کي فتحرير رقبة جي حڪم سان يعني گردنن کي غلامي مان آجو ڪرڻ جي حڪم ذريعي سائنٽيفڪ طريقي سان غلامن جي اڳين نسلن کي آزاد ڪرائي ۽ ختم ڪرائي ڇڏيو هو. رسول سائين ۽ اصحاب رسول ۽ تابعين ڪرام جي زماني تائين اسلامي معاشري مان غلامي جي رواج جو مڪمل خاتمو ڪيل آهي، پر جيڪڏهن پوءِ جي خليفن جي دور ۾ ٻانهين ۽ ٻانهن جو ذڪر تاريخون ٻڌائن ٿيون ته انهيءَ جو جوابدار نه قرآن آهي، نه رسول سائين ۽ نه ئي ان جا ويجها جانشين، انهي هاڃي جو جوابدار به اهل فارس وارن جو حديثن جي نالي گهڙيل علم ۽ انهن تي اجتهاد جي نالي ٺهيل فقه وارو علم آهي، جن بابت قرآن ڪريم صاف طرح سورت اعراف جي آيت نمبر 3 ۾ فرمايو آهي ته:

**اتبعو اماانزل اليکم ولاتتبعوا من دونه ، اولياء**

يعني الله طرفان اوهان ڏي نازل ڪيل وحي واري علم جي تابعداري ڪيو،

انهيءَ ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن کي به دوست سمجهي تابعداري نه ڪيو. (مغالطي جو تفصيل ختم) هاڻ غلامي بابت هر دوست دشمن کي چئلينج آهي ته ڪوئي اچي ۽ قرآن مان ماڻهن کي غلام بنائڻ جي ڪا آيت، ڪو حڪم يا ڪو اشارو ثابت ڪري ڏيکاري، هي چئلينج سڀن کي سدائين لاءِ آهي، سو جيستائين ڪو چئلينج قبول ڪري ان کان اڳي اسان ٻڌايون ٿا ته رسول سائين کي هي قرآن ڪهڙي مقصد سان ڏيئي موڪليو ويو هو، سورت اعراف جي آيت نمبر 157 ۾ فرمان آهي ته:

**ويضع عنهم، اصرهم والاغلال التي ڪانت عليهم -**

يعني اسان پنهنجي رسول کي هن لاءِ موڪليو آهي ته هو انهن رسن ۾ ٻڌل ۽ زنجيرن ۾ جڪڙيل ماڻهن جا بند ٽوڙي رسا ۽ زنجيرون کولي،

ڇا ڪوئي ماڻهو ٻڌائي سگهي ٿو تہ جنهن پيغمبر ۽ رسول جي رسول بنائي موڪلڻ جو مقصد ئي اهو هجي تہ هو وجي ماڻهن جا قيد ٽوڙي، بند ڇني، انهن کي آزادي وٺي ڏيئي، تہ اهڙو ماڻهو ڪنهن کي ڪيئن غلام بنائڻ جون حديثون ٻڌائيندو. رسول سائين جي رسالت جو اهو مقصد بہ قرآن مجيد ذريعي بيان ڪيو ويو آهي ۽ انهي ڪان وڌيڪ الله ذوالجلال جو حڪم تہ غلام بنائڻ جو جيڪو سرچشمو آهي، تہ جنگين ۾ ڪنهن کي قيدي بنائي پوءِ غلام ۽ ٻانهي طور ڪنهن کي رکيو ويندو آهي، انهيءَ لاءِ سورت انفال جي آيت 67 ۾ فرمايائين تہ:

**ماڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ-**

يعني نبي کي هن ڳالهہ جي اجازت ناهي تہ هو ڪنهن کي قيدي بنائي.

هن حڪم ڪان پوءِ قرآن حڪيم جنگين ۽ جهاد جو مقصد ۽ فلسفو بہ ٻڌائي ڇڏيو تہ جنگيون هن لاءِ نہ هجڻ گهرجن تہ انسانن کي غلام بنايو وڃي، بلڪ جنگين جي فلاسافي هي آهي تہ:

**حتي يثخن في الارض**

يعني اوهان پنهنجي جاگرافي تائين بارڊر تائين مضبوطي حاصل ڪيو،

پر انهي باوجود جنگين ۾ مخالف فوج جي وڙهندڙ سپاهين جو قيدي بنجڻ تہ لازمي شيءَ آهي، بلڪ وڙهندڙ ٻنهي ڌرين جا ماڻهو قيدي ٿيندا آهن تہ اهڙي صورت ۾ جنگي قيدين جي تبادلي ڪان پوءِ بچت قيدين لاءِ قرآن حڪيم حڪم ڏنو آهي تہ:

**فامامنا بعد واما فدائا (سورت محمد آيت ۴)**

يعني احسان طور مفت ۾ آزاد ڪيو يا فديو وٺي پوءِ آزاد ڪيو،

آزاد هر صورت ۾ ڪرڻو آهي، قيد ۾ ناهي رکڻو، هنن مٿي بيان ڪيل ٻنهي آيتن مان چڱي طرح سمجهي ويا هوندا تہ اسلام غلاميءَ جي خلاف آهي ۽ انسانن جي آزاديءَ لاءِ رب پاڪ پنهنجا رسول موڪليا آهن ۽ ڪتاب موڪليا آهن، وحي واري تعليم ڇٽي نموني اها ڳالهہ سمجهائي ٿي، باقي اهل فارس وارن جي حديثن ۽ انهن مان ناهيل فقهن ۾



جيڪڏهن غلاميءَ جو رواج اڄ تائين جاري آهي تہ اهو عمل خلاف قرآن ڇئبو، اهو علم بہ خلاف قرآن ڇئبو، جيڪڏهن ديني تعليم جي مدرسن جا عالم پنهنجي نصاب تعليم مان اهي ڳالهيون ڪڍي نہ ڇڏيندا، تہ اهي دين اسلام جا خير خواهہ نٿا سڏائي سگهن ۽ انگريزن جي سهڪار سان خلافت ترڪيہ ٽوڙڻ ڪانپوءِ شريف ڪان آل سعود ڪي حجاز جي حڪومت وٺي ڏيڻ مهل جيڪو انهن کي حديثن واري اسلام تي هلڻ جو حڪم ڏنل هو، پوءِ سعودي خاندان وارا ان تي ايترا تہ ڪاربند ۽ پڪا ٿيا پيا هلن، جو 1948ع ۾ اقوام متحده جي اداري جڏهن پنهنجي منشور جي چارٽر ۾ هي لکي پنهنجي ميمبرن ڪان ان سان اتفاق ڪرڻ لاءِ صحيحون پئي ورتيون تہ اڳتي لاءِ ڪابہ قوم ۽ ڪابہ حڪومت انسانن کي غلام نہ بنائيندي ۽ غلام بنائڻ جي حمايت نہ ڪندي تہ انهي تي سعودي گورنمينٽ وارن صحيح ڪرڻ ڪان انڪار ڪيو ۽ چيو تہ اسان جي مذهب جي حديثن ۽ فقہ ۾ تہ انسان کي غلام بنائڻ جائز لکيل آهي، سو اسان اقوام متحده جي انهي قانون کي قبول نہ ڪنداسون، پوءِ اٺويهہ سئو ايڪونجاهہ ٻاونجانهہ ڌاري دنيا جي ٻين قومن جي مهڻن ۽ طعنن ڪان پوءِ وڃي صحيح ڪيائون، پر اهو بہ صرف صحيح ڪيائون، باقي داخلي طور پنهنجي مذهب اندر اهي حديثون ۽ اهوئي فقهہ تہ انسانن کي جنگين ذريعي غلام بنائي سگهجي ٿو. اهو اڄ تائين پنهنجي يونيورسٽين ۽ مذهبي درسگاهن ۾ پڙهائيندا اچن پيا، افسوس آهي جو عام مسلمان انهيءَ خلاف قرآن، حديثن ۽ فقهہ واري، انسانيت دشمن نظريي کي تعليمي نصاب مان ڪڍائڻ لاءِ پنهنجي مذهبي عالمن وٽ ڪوبہ احتجاج ڪونہ ٿا ڪن، تہ اسان جي نسل کي، اسان جي اولاد کي اهي اهل فارس وارن جا گهڙيل قرآن دشمن علم نہ پڙهايو، ۽ پرجي اڳتي هلي ڪوئي شخص چوي تہ آئون اسلام کي ان جي ڪري قبول نٿو ڪيان تہ انهي مذهب جي حديثن ۽ فقهن ۾ انسانن کي غلام ۽ ٻانهون بنائي سگهجي ٿو ۽ غلام بنائڻ جائز آهي، سڀ آئون مسلمان ٿيڻ پسند نہ ڪندس تہ اهو ڏوهہ ڪنهن جي کاتي ۾ پوندو؟ ۽ اڄ جا اسلام جا خيرخواهہ ۽ هڏ ڏوکي قرآن حڪيم جي ضد ۽ ٽڪر ۾ ٺاهيل قدس سره قسم جي مجوسين ۽ يهودين جي هٿرادو علمن کي الوداع چو نہ

تا چون ۽ خالص قرآن کي پنهنجي لاءِ ڪافي ۽ ڪامل مڪمل چو قبول نٿا ڪن ۽ مٿي اسان لکي آيا آهيون ته:

### سورت اعراف جي آيت اتبعوا ما انزل اليکم

يعني تابعداري ڪيو، صرف ان شيءِ جي جيڪا اوهان طرف نازل ڪئي وئي آهي ۽ ان ڪانسواءِ ٻئي ڪنهن جي به نه،

انهيءَ مان ثابت ٿيو ته قرآن کان سواءِ ٻيون سڀ اڌارتيون شريعت نٿيون چوائي سگهن، شريعت صرف اها شيءَ آهي جيڪا قرآن ۾ آهي، قرآن کان هر ٻاهرين شيءَ خارج شريعت آهي، جن کي اوهان فقه جا امام سڏي انهن جي فقهن کي قرآن جو شرح سڏيو ٿا، اهو اوهان جو پنهنجو ذهني اختراع ۽ گهڙاوت آهي،

### ان هي الا اسماء سميتمو ها انتم و آبائکم ما انزل الله بها من سلطان سورت نجم آيت ٢٣

نالا ته حنفيت، شافعيت، حنبليت ۽ مالڪيت يا فقه جعفري انهن مان ڪنهن جي به اوهان وٽ سند ڪانهي، ته اهي ڪا شريعت ڏئي سگهن ٿا، انهن يا اهڙن ٻين جي نالي شريعت جا اسڪول کولڻ ۽ قائم ڪرڻ اهو قرآن سان شرڪ آهي، وحي سان شرڪ آهي، اهو عمل، پاڻ قرآن مٿان ناقص هجڻ جو الزام آهي، قرآن مٿان مبهم ۽ اجمالي هجڻ جي الزام کي پڪو ٿو ڪري، اهي مولوي صاحب ڪيئن ٿا چون ته حديثون قرآن جو شرح آهن، جڏهن ته حقيقت ان جي ابتڙ پئي نظر اچي، قرآن حڪيم فرمايو ته:

اوهان مان سڀن کي حق آهي ته پنهنجي مال مان ڪنهن جي لاءِ به توڙي جو وارثن مان به ڪنهن جي لاءِ، اوهان کي وصيت ڪرڻ جي اجازت آهي ۽ معاشري وارن تي فرض آهي ته ان وصيت مطابق پوئنرن ۾ مال ورهائن ۽ حديثن ۽ فقه ڏاهڻ وارن اچي ڳالهيون ناهيون ته وصيت صرف مال جي ٽئين حصي ۾ ڪير ڪري سگهي ٿو ۽ وارثن مان به ڪنهن لاءِ ڪنهن کي وصيت ڪرڻ جي اجازت ڪانهي، ڇا پوءِ ڪير ٻڌائي سگهندو ته حديثن جو اهو موقف، قرآن لاءِ شرح يا تفصيل چئي سگهجي ٿو، حديثن جي انهيءَ موقف کي ڪير تفسير جي طور قبول ڪري سگهندو،



هي ته تفصيل بدران قرآن کي رد ڏين ٿيون، هتي ته قرآن سان ٽڪر ٿيون کائن، قرآن چوي ٿو ته وصيت جو مڪمل اختيار آهي، فقه ۽ حديثون چون ٿيون ته مڪمل نه صرف ٽئين حصي ۾ اختيار آهي، قرآن چوي ٿو ته:

اهو اختيار مطلق آهي، جنهن لاءِ وڻيس ان لاءِ وصيت ڪري سگهي ٿو،

ته حديثن وارا ۽ فقهن وارا چون ٿا ته: اهو اختيار ڪنهن کي به مطلق ڪونهي صرف غير وارثن لاءِ اهو اختيار اٿس، وارثن لاءِ اهڙو وصيت ڪرڻ جو ڪنهن کي به اختيار ڪونهي ڪو، ته ڇا پوءِ اهڙيون حديثون ۽ فقه تفصيل آهن يا ضد آهن؟ شرح ۽ تفصيل ته اصل جي تابع هوندو آهي، هتي تابع هجڻ بدران، حديثون ۽ فقه، قرآن کي ته موڙ ڏئي رهيون آهن، ان جي حڪمن کي ڦيرائي ۽ بدلائي رهيون آهن، ڇا تشريح ۽ تفصيل انهيءَ کي چئبو آهي؟ قرآن حڪيم سورت نور ۾ زاني مرد ۽ زانياڻي عورت لاءِ سئو عدد لڪڻ هڻڻ جي سزا جو اعلان ڪيو ۽ قانون ٻڌايو، ته ان جي رد ۾ حديثن ڏاهڻ وارن حديثن جي نالي سان هي قانون اچي ٻڌايو ته شادي ٿيل زاني ۽ زانياڻي کي سئو لڪڻ هڻڻ بدران سنگسار ڪبو، ايتري تائين جو هو مري وڃن، غور فرمايو وڃي ته:

قرآن هڪڙي سزا ٻڌائي ته حديثن اچي ٻي سزا ٻڌائي،

ڇا اهي حديثون تفصيل جي نالي سان قبول ڪري سگهجن ٿيون؟ قرآن ڏئي سئو لڪڻ هڻڻ جي سزا ته حديثون ٻڌائين پٿراءُ ذريعي اقت مارڻ جي سزا، تفصيل انهي کي چبو آهي؟ قرآن چوي ته هرزاني مرد ۽ عورت لاءِ اها هڪڙي سزا آهي ۽ حديثون اچي ورهاست ڪن ته نه، شادي ٿيلن جي سزا جدا آهي، غير شادي ٿيلن جي سزا جدا آهي! هي ته قرآن حڪيم جي حڪمن ۾ سڌو سنئون ترميم تبديل آهي، هن کي اجمال جو تفصيل ڪير چئي سگهندو ۽ هوندي به قرآن حڪيم ته ڪليل ڳالهه ڪري ڇڏي هئي، ته هر قسم جي زاني جي سزا سئو لڪڻ آهي، ان ۾ ته ڪو به اجمال ڪونه هئو ۽ قرآن مٿان اجمالي هجڻ جو الزام اهو ته تهمت آهي، بهتان آهي، جيڪو احبار ۽ رهبان قسم جا مولوي صاحبان هٽي رهيا آهن، ته غلام سازي ۽ ٻانهي بنائڻ جو مسئلو به بلڪل اهڙي نموني جو آهي، جو

قرآن ۾ الله عزوجل پنهنجي رسول کي حڪم ڏئي ٿو ته:

**ماڪان لنبي ان يڪون له اسريٰ**

يعني اڄ کان پوءِ ڪنهن کي قيد ڪرڻ ۽ غلام ڪري رکڻ بند ٿو ڪجي.

ته هنن مذهبي ٺيڪيدارن حديث ۽ فقه جي نالي تي قرآن طرفان ٻانهپ جي بند ڪيل لعنت کي کولي ڇڏيو، ڇا هنن جو اهو عمل قرآن جو تفصيل سڏبو يا ضد ۽ ٽڪر؟ واهه جو ته هي قرآن جي اجمال کي کولي تفصيل ڪن، پڙهندڙ صاحبان ٻانهن رکڻ جو اهڙو تفصيل حديثن ۾ پڙهڻ چاهين ته ان جون ڪجهه جهلڪيون منهنجي ڪتاب قرآن مهجور ۾ پڙهن.

هونئن آئون هن لکڻي ۾ هڪ چئلينج وڏي واڪي لکي ڇڏيان ٿو ته جيئن مون مٿي قرآن حڪيم مان انسانن کي غلام بنائڻ ۽ قيد ڪرڻ تي بندش قرآن جي آيت ۽ حوالو لکي ثبوت ڏنو آهي، اهڙي نموني ڪوئي مفتي، ڪوئي شريعت جو ٺيڪيدار قرآن مان ماڻهن کي غلام بنائڻ ۽ ٻانهو بنائڻ جي اجازت ثابت ڪري ڏيکاري، جي ڏيکاري سگهندا ته پوءِ جيڪا چور جي سزا سا منهنجي سزا ۽ جيڪڏهن ثابت ڪري نه ڏيکاري سگهن ته مهرباني ڪري ماڻهن کي گمراهه نه ڪن ته حديثن ذريعي ٻانهن رکڻ جي اجازت آهي، ڇو ته حاڪم قرآن آهي نه ڪي ٻيو ڪو علم. قرآن حڪيم سورت بقره جي آيت نمبر 177 ۾ حڪم ڏئي ٿو ته:

قيد ڪيل غلام بنايل ماڻهن کي گهر جا پئسا ڏئي وڃي آزادي وٺي ڏيو ۽ انهن کي قيد بند مان آزاد ڪرايو.

۽ سورت توبه جي آيت نمبر 60 ۾ فرمان آهي ته:

پنهنجا صدقا ۽ خيراتون جن ڇڱن ڪمن تي خرچ ڪيو ته انهي لسٽ ۾ غلام بنايل ماڻهن کي به آزادي وٺي ڏيڻ لاءِ شامل ڪيو ۽ پنهنجي خيراتن ۽ صدقن وارا پئسا انهي ڪم تي به خرچ ڪيو.

۽ سورت بلد جي آيت نمبر 11 ,12 ,13 ۾ قرآن مجيد تمام وڏي واڪي اعلان ڪيو آهي ته:

ڪوئي شخص جيڪڏهن ڪا هام هڻي ٿو ۽ ٻاڙ هڻي يا فخر سان اعلان ڪري ته مون اهلڪت مالا لبدا يعني دنيا جا ڍير لٽائي ڇڏيا ۽ مون



تي ڪنهن کي به، مون مٿان ڪوبه وڏيڪ معتبر ۽ مهانڊو ڪونهي ڪو، آئون ئي وڏو سخي مڙس، لکن ڪروڙن لٽائڻ وارو چڱو مڙس آهيان، ته جواب ۾ رب سائين فرمائي ٿو ته:

ٻڌي ڇڏيو دنيا ۾ ڪنهن چوٽيءَ واري منزل کي پهچڻ جي جيڪو .تيڪو ماڻهو هام نه هڻي، هرڪو ماڻهو پاڻ نه پڏائي،.مون الله وٽ چوٽي واري منزل به مقرر ڪيل آهي، انهيءَ هدف ۽ چوٽي بابت به ٻڌي ڇڏيو ته اها ڪهڙي آهي، اڇو اڄ قرآن اوهان کي اها چوٽي واري منزل ٻڌائي ٿو ڇڏي، پوءِ جيڪو انهي تي پهچي سگهي، اهو ڀل خوشيون ڪري ۽ نعرا هڻي ته مون چوٽي ڪري ڇڏي ۽ اسان به اهڙي ماڻهو کي مڃيندا سون، ته برابر انهيءَ چوٽي واري منزل حاصل ڪري ورتي آهي، اها چوٽي آهي ته:

ڪوئي ڪنهن غلام بنايل گردن کي، قيد ڪيل ٻانهي کي، غلامي مان آزادي وٺي ڏئي يا ڪنهن ٻڪئي کي ماني کارائي، ان جي ٻک ختم ڪرڻ جو ڪم ڪري ته اسان اهڙي ماڻهوءَ کي مڃيندا سون ته واقعي انهي چوٽي واري منزل ماٽي آهي، افسوس آهي جو ديني علمن جي دستار ٻڌڻ وارا قرآن واري اسلام مٿان هي تهمتون ٿا هڻن ته اسلام ۾ ماڻهن کي غلام ۽ ٻانهون بنائڻ، حديثن ۽ فقهن ذريعي جائز آهي ۽ هنن جي انهن فتوائن ۽ علمن لاءِ قرآن حڪيم باقاعدي رد ڏنو آهي ته:

هي ڪوڙ ٿا هڻن انهن کي سندن گهڙيل شريعتن ۽ انهن جي امامن جي وٽن ڪابه ثابتي ڪانهي، اتارٽي ڪانهي، جي اٿن ته قرآن مان کولي ڏيکارين، قرآن ته انهن کي للڪار ڪري چوي ٿو ته:

**ما انزل الله بهامن سلطان**

انهن وٽ انهن فرقن ۽ مسلڪن لاءِ ڪوبه دليل ڪونهي، ڪوبه ثبوت ڪونهي، اهي سڀ انهن پاڻ گهڙيا آهن.

●

## قبلو ڇاڪي چئجي؟

لفظ قبلہ جي اصل معنيٰ آهي طرف ۽ پاسو، ماڻهن ۾ هنجي
مشهور ڪيل معنيٰ آهي جنهن جي طرف منهن ڪري نماز پڙهي وڃي ۽
جنهن ڪي نماز لاءِ سامهون ڪري پڙهجي وغيره، ۾ قرآن حڪيم جي
نقطي نگاهہ سان ۽ قرآن جي رهنمائي جي لحاظ سان قبلي جي معنيٰ آهي
جنهن نصب العين ڪي، جنهن نظريي ڪي، جنهن منشور ڪي، تابعداريءَ لاءِ
هر وقت سامهون رکيو وڃي ۽ پوئواريءَ لاءِ نگاهن جو مرڪز بنايو وڃي،
ان ڪي قبلو چئجي، پوءِ ان معنيٰ سان ڪعبي ڪي قبلو سڏيو ويو جو اهو
قرآني منشور ۽ نصب العين جو هڪ محسوس مرڪز ۽ ماڳ هئو ۽ انهيءَ
ڪعبي ڪي مسجد الحرام بہ سڏيو ويو، جو اها مسجد، واجب الاحترام
شهر، بلدالامين جي، لائق احترام ڪيپيٽل اسٽيٽ آهي، ڪيپيٽل پوائنٽ
آهي، ان ڪري سورت بقره ۾ جيڪو حڪم آهي تہ فول وجهڪ
شطرالمسجد الحرام پنهنجو منهن مسجد الحرام طرف ڦير، تہ انجي معنيٰ
آهي تہ ان مرڪزي هيڊ ڪوارٽر جو، جيڪو آئيني ڪتاب آهي، منشور
آهي، پنهنجي معاملن ۽ مسئلن ڪي حل ڪرڻ جي سلسلي ۾ هميشہ ان ڪي
سامهون رک، يعني ان جي رهنمائيءَ هيٺ فيصلا ڪر، هي جيڪو حديثن
جي حوالي سان مشهور آهي تہ نبي سائين پهريائين يهودين جي قبلي
مسجد اقصيٰ جي طرف منهنجي ڪري نماز پڙهندا هئا پوءِ انهن ڪي حڪم
ٿيو تہ تون چاهين ٿو تہ توهانکي ڪعبي ۽ مسجد الحرام ڪي قبلو ڪري
ڏنو وڃي سو اسان توهانجي چاهت مطابق حڪم ڏيون ٿا تہ اڳتي لاءِ
اوهانجو قبلو مسجد الحرام قرار ڏنو وڃي ٿو، اهو سراسر غلط آهي ۽
انهن يهودين جي اها پروپيگنده آهي. جن ڪوڙ مان مسلمان سڏائي ۽
اسلام ۾ داخل ٿي اچي اهڙيون ڪوڙيون حديثون ناهيون آهن، جو تہ قرآن



حڪيم ۾ تہ چڱي نموني هي ثابت آهي تہ مسجد الحرام ڪعبة الله جي
اڏاوت ئي حضرت ابراهيم ۽ ان جي پٽ حضرت اسماعيل ڪئي آهي.
پڙهي ڏسو سورت بقره آيت ١٢٧ و اذيرفع ابراهيم القواعد من البيت
واسماعيل پوءِ حضور صلي الله عليہ وسلم جن ايڏن وڏن مرڪزي ماڻهن
جي اڏاوت ڪيل ڪعبي ڪي ڇڏي فلسطين جي هزار سال ڪان پوءِ ٺهيل
مسجد ڪي قبلو چو ٺاهيندا؟ اهڙي پروپيگنڊا حديثن ٺاهڻ وارن هن غرض
سان ڪئي آهي تہ جيئن ماڻهو محمد الرسول الله ۽ ان جي شريعت ڪي
يهودين ۽ نصرانين جي ذيلي برانچ طور تصور ڪن ۽ ان ڪي مستقل
حيثيت نہ ڏين وغيره ۽ يهوديت ڪي اسلام ڪان برتر ثابت ڪن. ماڻهن ڪي
اهڙي قسم جا مغالطا سپ ان ڪري ٿين ٿا جو هو قرآن حڪيم ڪي عالمي
انقلاب ۽ ڪائناتي معاملن حل ڪرڻ وارو منشور ۽ دستور وارو ڪتاب
تصور نٿا ڪن، ۽ ماڻهو قرآن حڪيم ڪي حڪمراني جي تعليم ڏيڻ وارو
ڪتاب تصور نٿا ڪن. انهيءَ ڪري ئي جن يهودين نصارن ۽ مجوسين
اسلام ۾ ڀهرويي نموني داخل ٿي اسلام ڪي پنهنجن پنهنجن ابن ڏاڏن
وارن گمراهہ فرقن وانگر بنائڻ جا حيلا ڪيا ان ڪري اسان وٽ مسلمان
قرآن بدران، توتل اسرائيليات، نصيرانيات، مجوسيات وارين روايتين تي
پيا هلن، حديثن ٺاهڻ وارن سورت بقره جي آيت ١٤٤:

قد نري تقلب و جهڪ في السماءِ فلنولينڪ قبلة
ترضا ها فول وجهڪ شطرالمسجد الحرام

جو ترجمو هي ڪيو آهي تہ اي نبي اسان تنهنجي چهري ڪي وري
وري آسمان ڏي ڪٽندي ڏسون پيا پوءِ ضرور تنهنجي چاهت وارو قبلو
توکي ڏيندا سون.)

ان جو مقصد حديثن جي حوالي سان هي مشهور ڪيو ويو آهي تہ
پيغمبر صلي الله عليہ وسلم، الله ڪان هي منظوري وٺڻ لاءِ آسمان ڏي
نهاري پيو تہ نماز ۾ مواجهت قبلي جي طور فلسطين ۽ يروشلم بدران
مڪي جي مسجد الحرام طرف منهن ڪري نماز پڙهون ۽ نماز لاءِ ڪعبة
الله ڪي قبلو قرار ڪري ڏنو وڃي، جڏهن تہ اها سموري ماجرا غلط آهي،

معنيٰ غلط آهي ۽ حقيقت جي ابتڙ آهي، ان آيت جو صحيح مفهوم هي آهي تہ حضور صلي الله عليہ وسلم چاهين پيا تہ جڏهن اسان پنهنجي هن انقلاب جو آغاز مڪي ڪان ڪيو ۽ انقلاب جو مرڪز مڪي کي قرار ڏنو سون ۽ اتاهون جي ٽرائيبل ازم سردار شاهي جي جبل جهڙن جاگيردارن کي چئلنجون ڪري آيا آهيون، پوءِ تہ هاڻ تمام ضروري آهي تہ.اسان هتي مديني ۾ پنهنجي آزاد گورنمينٽ قائم ڪرڻ ڪان پوءِ مڪي تي چڙهائي ڪيون، حملو ڪيون، فتح ڪيون ۽ مڪي جي ولايت اسانکي ملي، مڪي جي توليت اسانکي ملي، مڪي جا متولي اسان ٿيون، مسجد الحرام جا متولي اسان ٿيون، سمجهڻ گهرجي تہ آيت جي هن حصي تہ قدنري تقلب وجهڪ في السماء جو اهو خلاصو آهي، اهو ئي مطلب آهي ۽ اڳتي:

فلنولينڪ قبلة ترضاهافول وجهڪ شطرالمسجدالحرام وحيث ماڪنتم فولوا وجوهڪم شطره -

آيت جي هن حصي جو خلاصو هي آهي تہ اي پيغمبر اسان ضرور توکي مرڪز مڪي جي ولايت عطا ڪنداسين. تنهنجي پسند وارو هيڊ ڪوارٽر توکي ضرور عطا ڪنداسون، پر هاڻ ان لاءِ تنهنجي مٿان بہ لازم آهي تہ تون بہ پنهنجون سرگرميون مسجد حرام جي والي بنجڻ، متولي بنجڻ حڪمران بنجڻ ۽ فتح ڪرڻ لاءِ شروع ڪري ڏي، ۽ تنهنجي پارٽي وارا بہ سڀ جو سڀ حيث ماڪنتم جاتي بہ هجو فولوا وجو هڪم شطره فتح مڪي لاءِ جدوجهد ۾ جنبي وجو، اوهان جون سڀ ڪوششون ان هدف لاءِ هجڻ گهرجن. مٿي قبلي لاءِ اسان بہ مفهوم پيش ڪيا آهن، هڪڙو نصب العين ۽ منشور جيڪو قرآن آهي، ٻيو محسوس مرڪز ۽ هيڊ ڪوارٽر يعني جاگرافيڪل طور نظر ۾ ايندڙ مقرر هنڌ ۽ ماڳ، اهو آهي ڪعبة الله، يعني مسجد الحرام تہ هاڻي ٻئي مفهوم جو ثبوت ۽ دليل قرآن مان تہ قبلو معنيٰ سياسي مرڪز، اهو پڙهي ڏسندا سورت يونس آيت نمبر ٨٧:

و اوحينا الي موسيٰ و اخيه ان تبوئا لقومڪما بمصربيوتا واجعلوبيوتڪم قبلہ واقيمو الصلواة و بشرالمؤمنين -

يعني اسان موسيٰ ۽ ڀاڻس طرف وحي ڪيوسين تہ اوهان مصر ۾



پنهنجي قوم وارن جي گهرن کي نڪاٽو قرار ڏيو ۽ (قوم وارن جي انقلابي تربيت لاءِ) پنهنجي گهرن کي نئي مرڪز قرار ڏيو (جو ٻاهر چونڪن ۽ پارڪن ۾ فرعوني حڪومت جي بندش لاڳو آهي) ۽ انقلاب لاءِ نظام صلواة (يعني منشور ۽ دستور جي تابعداري) قائم ڪيو ۽ نظام صلواة قائم ڪرڻ وارن انقلابين کي ڪاميابي جي خوشخبري بہ ڏيندا رهو. هن آيت ۾ قبلي کي سياسي مرڪز ۽ تربيت گاه جي معنيٰ ۾ آندو ويو آهي تہ مسجد الحرام ڪعبة الله بہ ان معنيٰ ۾ قبلو آهي جو هو پوري امت مسلم جو سياسي هيڊ ڪوارٽر آهي، باقي قبلي جي اها معنيٰ جيڪا هلندڙ رواج مطابق تہ ڪعبي جي طرف منهن ڪري نماز پڙهي وڃي ان معنيٰ سان تہ ڪعبو ڄڻ هڪ بت ٿيو ۽ نماز هڪ قسم جي پوڄا ٿي، جيئن مجوسي باهہ جي پوڄا ڪندا آهن ۽ هندو بتن جي پوڄا ڪندا آهن، جيڪي ماڻهو فول وجهڪ شطرالمسجد الحرام جي معنيٰ نظريي ۽ نصب العين طرف ڌيان ڪرڻ نہ ٿا تسليم ڪن ۽ بضد آهن تہ هرويرو ان جي طرف منهن ڪرڻو آهي تہ پوءِ اهي ماڻهو ڄڻ الله لاءِ هر هنڌ حاضر ناضر هجڻ جو انڪار ڪن ٿا ۽ الله لاءِ خاص مخصوص قبلي واري هنڌ ۽ ماڳ تي مقرر هجڻ جو عقيدو رکي ڄڻ تہ الله لاءِ مڪان ثابت ڪري رهيا آهن، جيڪو قرآن جي حڪم جي خلاف آهي، پڙهي ڏسندا سورت بقره آيت نمبر ١١٥:

ولله المشرق والمغرب فاينما تولوا فثم وجہ الله -

يعني "اوڀر اولهہ سڀ الله جا آهن جهڙي بہ طرف منهن ڦيريندو انهي طرف الله کي سامهون سمجهو" . ڇا اهي ماڻهو جيڪي قبلي جي معنيٰ ان طرف منهن ڪري نماز پڙهڻ مراد وٺن ٿا، اهي ٻڌائي سگهند اتہ هن آيت ١١٥ کي ڪاڏي ڪجي! جيئن تہ هي مضمون قبلي جي مڪمل معنيٰ ۽ مفهوم سمجهڻ لاءِ لکجي رهيو آهي تہ پڙهندڙ صاحبان سورت بقره جي هنن ٻن آيتن تي گهرائي سان غور فرمائين. اميد تہ ان طرح قبلي جي تشريح بهتر نموني ذهن ۾ اچي ويندي. آيت نمبر ١٤٥ آهي تہ:

ولئن اتيت الذين اوتوا الڪتاب بڪل آية ماتبعوا قبلتڪ وماانت بتابع قبلتهم ومابعضهم بتابع قبلة بعض -

يعني جيڪڏهن تون انهن ماڻهن وٽ جنکي ڪتاب ڏنو ويو آهي (يعني يهود ۽ نصاريٰ وغيره) سڀ آيتون ۽ دليل آڻي پيش ڪرين تڏهن به اهي تنهنجي قبلي جي تابعداري نه ڪندا ۽ تون به انهن جي قبلي جي تابعداري نه ڪندين ۽ نه ئي اهي هڪ ٻئي جي قبلن جي تابعداري ڪندا، ان جي مفهوم سان ۽ پيٽ ۾ ملندڙ ٻي آيت آهي ١٢٠ جنهن ۾ فرمان آهي ولن ترضي عنڪ اليهود ولاالنصاريٰ حتي تتبع ملتهم. يعني يهودي ۽ نصاريٰ توکان هرگز راضي نه ٿيندا جيستري تائين تون انهن جي ملت جي تابعداري نه ڪندين، ڄاڻڻ گهرجي ته قبلي جي جيڪو محسوس مرڪز آهي، ان جي اهميت به نصب العين جي ڪري ئي آهي، نظريي ۽ فڪر واري ڪتاب جي ڪري آهي. ڪتاب جي مسلڪ ۽ دين جي ڪري آهي، مسلڪ ۽ دين جي وحدت سان ئي ملت ٺهندي آهي، ته مٿين آيت ۾ آيو ته اهي اهل ڪتاب تنهنجي قبلي جي تابعداري نه ڪندا ۽ نه تون انهن جي قبلي جي تابعداري ڪندين. وري پوءِ آندل آيت ۾ آيو ته اهي اهل ڪتاب تنهنجي تابعداري ايتري تائين نه ڪندا، جيستري تائين تون انهن جي ملت جي تابعداري نه ڪندين، هتي آيتن جي تقابل ۽ تشابهه يا مشابهت مان ثابت ٿئي ٿو ته قبلي جي معنيٰ مسلڪ، ملت ۽ دين آهي، يعني محسوس مرڪز وارو قبلو به تڏهن قبلو آهي جنهن جا انچارج حڪمران، خليفا، بيوروڪريٽ ۽ جج ان نصب العين مطابق، مسلڪ ۽ دين مطابق فيصلا ڏين، جي هو فيصلا ڏيڻ جي پوزيشن ۽ حيثيت ۾ ناهن ته پوءِ قبلي جي معنيٰ فوت ٿي ويندي، اهميت ضايع ٿي ويندي، قبلو قبلو نه رهندو، قبلو قبلو تڏهن چئبو، جڏهن هو پنهنجا فيصلا مڃائي سگهي، جنهن مرڪز ۾ اهو دم نه هوندو ته ان جي معنويت فوت سمجهي ويندي، پوءِ مسلمانن کي به پنهنجي مرڪز ۽ قبلي جي حاڪميت لاءِ ايترا اختيار ۽ پاور پيدا ڪرڻا پوندا، جو اتاهون جا جاري ٿيندڙ احڪام نافذالعمل ٿي سگهن، جيڪڏهن قبلي جا حڪمران پاڻ واشنگٽن ۽ نيويارڪ کي مدد لاءِ درخواستون ڪندا ته پوءِ قبلو به واشنگٽن ۽ نيويارڪ کي ئي ڪونيو



ويندو. اهڙي صورتحال لاءِ چوندا آهن جهڙا روح تهڙا ختما. پوءِ مسلمانن جي قبلي ڪعبةالله ۽ مسجد الحرام جو موجوده متولي آل سعود خاندان ملٽي نيشنل ڪمپنين جو ميمبر هجي يا ڊبليو ٽي او ۽ ورلڊ بئنڪ جي سيٺين ڪان وڌو سرمائيدار هجي ته ان جي اها دنياداري واري حيثيت مسجدالحرام جي نصب العين ۽ ڪعبة الله واري مسلڪ ۽ دين جي خلاف آهي، جيڪا قرآن ٻڌائي آهي، ته اهڙي صورتحال ۾ يعني جنهن دور ۾ قبلن جي غرض و غايت فوت ٿي وڃي ۽ هو پنهنجي مقصديت کان هٽي وڃن، روح ۽ جوهر بدران رسمون وڃي بچن ته اهڙي صورتحال لاءِ به قرآن حڪيم رهنمائي ڪندي فرمائي ٿو.

## قبلن کي الوداع ڪيو

هونئن قبلي جو موجود هجڻ تمام ضروري آهي، تمام ڀلو آهي، بين الاقوامي انقلاب جي داعي پارٽي کي پنهنجو مرڪز، هيڊ ڪوارٽر ۽ قبلو هجي ته اهو سون تي سهاڳ ٿيندو پر نه هجڻ جي صورت ۾ ڪرپشن ۽ نااهلي جي صورتحال مهل قرآن پاڪ سورت بقره جي آيت نمبر ١٧٧ ۾ فرمائي ٿو ته:

ليس البران تولوا وجوهڪم قبل المشرق والمغرب

هڪ معنيٰ، جنهن ۾ قبل جي معنيٰ طرف ۽ جهت قرار ڏجي ته هيءَ ٿيندي، يعني هن ڳالهه ۾ ڪا به چڱائي ڪانهي ته توهان پنهنجو منهن اوڀر ڏي ڪيو ٿا يا اولهه ڏي.

ٻي معنيٰ جڏهن آيت ۾ آيل لفظ قبل کي قبلن جو جمع جو صيغو قرار ڏيو، جيڪو علم الصرف مطابق آهي به سهي، ته معنيٰ هي ٿيندي جنهن ۾ چڻ ته هلندڙ دور ۾ سڀني مذهبن جي قبلن تي قرآن پاڪ انهن جي موجوده حيثيت ۽ صورتحال جو آئينو پيش ڪري رهيو آهي ته ليس البران تولو وجوهڪم قبل المشرق والمغرب يعني اڄ جي دور ۾ اوڀر، اولهه جي سڀني قبلن کي قبلي تسليم ڪرڻ ۾، قبلي بنائڻ ۾ ڪا به چڱائي نه رهي آهي. غور فرمايو ته هنن ٻنهي معنائن ۾ قبلي جي

مقصديت کي فوت ڪرڻ وارن ۽ ضايع ڪرڻ وارن مٿان قرآن پاڪ ڪيڏي
تہ طنز ڪري رهيو آهي. انهن جي قبلن جي انچارج هجڻ، متولي هجڻ
مٿان ڪيڏو نہ الزام هڻي رهيو آهي تہ انهن ۾ ليس البريعني عوام
دوستي، حاجتمندن سان همدردي وارو ڪوئي لڇڻ ناهي رهيو، جو هو
دولت جي ڪوهن مٿان، انبارن مٿان، نانگ ٻڌجي ماٺهن ڪي انهن جي
ضرورتن کان محروم ڪيو ويٺا آهن. پڙهندڙ صاحبان جي ڄاڻ لاءِ عرض
آهي تہ لغت ۽ ڊڪشنري جي حوالي سان بر لفظ جي معنيٰ پنهنجي دولت ۽
وسيلن کي ضرورتمندن لاءِ کولي رکڻ آهي، بلڪ انهن کي حوالي ڪري
ڏيڻ آهي سورت آل عمران جي آيت نمبر ۹۲ ۾ بہ بر جي معنيٰ بہ اهائي ٿي
ثابت ڪري تہ لن تنالوا البر حتي تنفقوا مماتحبون يعني جيڪي ماڻهو
دنيا ۽ آخرت ۾ پنهنجي لاءِ ڪاميابي جا خواهشمند هجن اهي پنهنجي مال
دولت مان پيارين شين کي پنهنجي لاءِ چوڪين، پهرن ۽ تجوڙين ۾ بند
رکڻ بدران ضرورتمندن لاءِ کولي رکن، حوالي ڪن، جنهن سان ربوبيت
عامہ جو بندوبست ٿئي، قرآن حڪيم ۾ بر لفظ اثم جي مقابلي ۾ آندو
ويو آهي ۽ اثم جي معنيٰ ڏٻرائي پريشاني، سست روي، ڪمزوي آهي، اجا
اها معنيٰ هن طرح سمجهو تہ جنهن معاشري ۾ ڪلچر ۾ ماڻهو اثم
(گناهہ) جا مرتڪب هوندا تہ اهو معاشرو سست ۽ ڪمزور بنجي ويندو
ترقي جي منزل کي پڄي نہ سگهندو. هونئن ب جي زبر سان بر جي معنيٰ
بحر جي مقابلي ۾ ڪشاده بيابان ۽ ميدانن جي معنيٰ ۾ بہ استعمال ٿئي
ٿو سورت طور جي آيت نمبر ۲۸ ۾ آهي هوالبر الرحيم - يعني اهو الله
ڪشادگي عطا ڪرڻ وارو ۽ ٻاجهہ ڪرڻ وارو آهي. مونکي پڙهندڙن جي
خدمت ۾ هي عرض ڪرڻو آهي ۽ هن آيت جي پوري تفصيل طرف ڌيان
ڇڪائڻو آهي تہ رب پاڪ قبلن جي مقصديت برباد ٿيڻ جي صورتحال وقت
هر والنٽيئر کي هر انقلابي ورڪر کي واجعلوا بيوتڪم قبلہ وانگر يعني
گهر گهر کي هر گهر کي آزادي حاصل ڪرڻ واري جدوجهد جو هيڊ
ڪوارٽر بنائي ڇڏيو، جو جيڪو حڪم ڏنو آهي تہ هت هن آيت ۾ بہ رب
پاڪ هر پارٽي ورڪر کي پورو منشور ٻڌائي سمجهائي ڇڻ تہ هيءَ پرميشن
ڏني ڇڏي آهي تہ هاڻي هن منشور وارو هر هڪ ڪارڪن قبلو هنن هدايتن



کي سمجهي، مرڪز هنن هدايتن کي سمجهي، هيڊ ڪوارٽر ۽ محسوس
مرڪز هر گهر کي بنائي، هيءَ هدايت عارضي آهي. جيتري تائين
لامرڪزيت آهي، يعني لامرڪزيت صرف محسوس قبلي يعني ڪنهن هيڊ
ڪوارٽر جي نہ ملڻ جي صورت ۾، نہ تہ هونئن نظرياتي نصب العين ۽ قبلو
تہ اهو منشور ئي دائمي قبلو آهي جيڪو هن آيت ۾ سمجهايو پيو وڃي
جيڪو مستقل ۽ دائمي آهي ۽ رهندو.

**ولاكن البرمن آمن بالله واليوم الآخر والملائكة**
**والكتاب والنبيين وآتي المال علي حبہ ذوالقربي**
**واليتاميٰ والمساكين وابن السبيل والسائلين وفي**
**الرقاب واقام الصلواة وآتي الزكوات والموفون بعدهم**
**اذاعاهدوا والصابرين في الباساء والضراء وحين الباس**
**اولائڪ الذين صدقوا و اولائڪ هم المتقون**

يعني قبلي مان مقصد اهو آهي جو جنهن مان ڪشادگي ۽
ڇوٽڪارو بہ حاصل ٿئي، اهو اهو آهي جو ڪوئي شخص ايمان آڻي الله تي
(يعني الله جي قانونن تي ايمان جن جي ذريعي قدرتي فيصلن جي
سامهون اچڻ) ۽ آخرت واري حياتيءَ مٿان ايمان ۽ انهن ملائڪن مٿان
ايمان، جيڪي قانون الاهي جا ڪارڪن آهن ۽ نبين جي مٿان ايمان آڻڻ،
جيڪي خدائي پروگرام ٻانهن تائين پهچائڻ لاءِ ذميدار آهن، ۽ (انهن
نظرياتي هدايتن ۽ نشانين ڪانپوءِ عملي ميدان ۾ هدايت تہ) مال ملڪيت
سان چاهہ ۽ محبت باوجود ان کي ويجهن محتاجن مٿان خرچ ڪرڻ
۽جيڪي معاشري ۾ بي يار ۽ بي مددگار ٻڌايا ويا هجن ۽ جن جو هلندي
هلندي هلت بيهي ويو هجي ۽ اهي ماڻهو جن جو مسافريءَ ۾ ڪو نقصان
ٿي پيو هجي جو ان جو الهہ تلهہ ڀارجي ويو هجي، جڪڙيو ويو هجي،
جيئن هلندڙ دور ۾ قومن کي بہ غلام بنايو وڃي ٿو، اڳين زمانن ۾
غلاميءَ جو رواج مختلف هئو جو جنگين وسيلي مفتوح قوم جي قيد
ڪيل مردن ۽ عورتن کي انفرادي طور ۽ شخصي نموني ڍور ڍڳن وانگر
مملوڪ ۽ غلام بنايو ويندو هئو، قرآن ان لعنت کي ماڪان لنبي ان يڪون

له اسري (انفال ٦٧) جي آرڊيننس ذريعي ان تي مستقل طور پابندي وڌي ۽ اڳتي لاءِ غلام سازي منع قرار ڏني، باقي جيڪي اسلام کان اڳي جا ٻانها ۽ ٻانهيون معاشري ۾ هئا ته انهن کي آزاد ڪرڻ لاءِ قرآن حڪيم فتحرير رقبة جي اصطلاح سان آزاد ڪرڻ جا احڪام ڏنا، مثال طور ڪنهنجو روزو ڀڄي پوي ته ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪري يا ڪوئي شخص پنهنجو اجاين سجاين قسمن ٽوڙڻ تي به ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪرڻو آهي، پل ۾ ڪنهن کي قتل ڪرڻ تي به ڏنڊ طور غلام آزاد ڪرڻو آهي، يا زال کي ڪوئي شخص ماءُ چئي ويهي ته ڏنڊ ۾ غلام آزاد ڪري، بهرحال انفرادي غلامين کي قرآن ان سائنٽيفڪ نموني اڳيئين دور جون باقيات به ختم ڪرايون پر رب العالمين ڄاڻي پيو ته هي انسان ڏاڍو ڏنگو ۽ خطرناڪ حيوان ناطق آهي، اهو اڳتي هلي انفرادي غلاميءَ تي بندش جي عوض سامراجيت ذريعي اجتماعي غلامي جو رواج وجهندو ۽ قومون قومن کي قيد ڪنديون، سو ان لاءِ رب پاڪ قرآن حميد ۾ اصطلاح ڏني وفي الرقاب جي، يعني جيڪي قومون غلام بنايون ويون هجن، جيڪي اجتماع ۽ جيڪي معاشرا اقتصادي هيراڦيرين سان ۽ سودي قانونن سان انساني ميڙن کي قرضن ۾ جڪڙي غلامن وانگر قيد ڪيو ويو هجي، جو بغير ڪنهن هٿڪڙيءَ جي ۽ ڪنهن جيل جي چوديواريءَ ۾ بند رهڻ باوجود هو سرمائيدارن ۽ جاگيردارن جو قيدي هجي، يعني انهن جو سمورو پورهيو ۽ ڪمائي سيٺين جي اڪائونٽ ۾ جمع ٿيندي هجي ته اهڙا افراد، اهڙا معاشرا، اهڙا سماج، اهڙيون قومون، غلام تصور ڪبيون، هن آيت ۾ ڏسيل منشور مطابق انهن کي وفي الرقاب جي اصطلاح سان سمجهايو ويو آهي، ته هاڻ انهن قيدين ۽ غلام قومن جي ڇوٽڪاري لاءِ رب پاڪ حيلو ڏسيو واقام الصلواة وآتي الزکوت جو، اقام الصلوة يعني منشور تي مسلسل جدوجهد ۽ لڳاتار انجي پوئواري ۽ آتي الزکوات معنيٰ آزاديءَ جي تعليم ڏسڻ، آزاديءَ جا گر سيکارڻ، جن سان انساني صلاحيتن جي نشو نما ٿئي، جيڪي ماڻهو چون ٿا ته زکوات جي معنيٰ آهي ته مال مان مقرر حصو پتي ڏيڻ اها معنيٰ غلط آهي، جيڪڏهن اها معنيٰ درست هجي ها ته متي آيت جي شروع ۾ آتي المال لفظ چيو ويو آهي، يعني مال خرچ



ڪرڻ جي حڪم ڪانپوءِ وري زڪوات جو لفظ جلد ۾ ڇو آندو ويو ته اتي سمجهڻ گهرجي ته آتي المال چوڻ ڪانپوءِ به آتي الزکوات چوڻ مان مقصد زڪوات ذريعي اجتماعي غلامي ۽ وياجي لعنت ذريعي جيڪي تباهيون معاشرن ۾ اچي ويون آهن انهن جي پاڙ پٽڻ لاءِ انساني ذهنن کي سامراجي هيرا ڦيرين سان ٽڪر ڪائڻ لاءِ انهن کي تيار ڪرڻ مقصود آهي ۽ وياجي اقتصاديات جي مقابلي ۾ غير سودي نصاب تعليم سمجهائڻ مقصود آهي، انهي سڄي جاکوڙ لاءِ به خرچ لڳندو انهيءَ باغيانه تعليم ۽ تربيت لاءِ، جنهن سان قومون غلاميءَ کان آزاد ٿين، ان لاءِ قرآن پاڪ هن آيت ۾ اقام الصلواة ۽ ايتاء الزکوات جون اصطلاحون ڪتب آنديون آهن وري قرآن اڳتي فرمايو ته والموفون بعدهم اذاعاهد ويعني اي قيد ڪيل ميڙاڪن ۽ معاشرن جا قيديو! اوهان پنهنجو جدوجهد وارو سياسي سفر به انهن سان ڪيو، جيڪي پاڻ ۾ موفون بعهد هم يعني معاهدن جي پابندي ڪندا هجن، هتي عهد جي معنيٰ شخصي ۽ انفرادي وعدو ناهي بلڪ قومن جا قومن سان معاهدا ايگريمنٽ ۽ ميعاد مقصد آهن يعني اهي قومون اهڙيون نه هجن جو پنهنجن معاهدن تان ڦري وڃن جيئن اسلام جي ٺيڪيدارن پاڪستان ۾ اٺويهه سو چاليهه جي قرارداد عملي طور ختم ڪري ڇڏي آهي، سنڌ پنجاب وچ دريائي پاڻي جي ورڇ جا الائي ڪيترا معاهدا ٿيا آهن، سڀن تان ڦرندا پيا وڃن، بهرحال قرآن حڪيم هن انساني نجات ۽ فلاح جي ڪاررواں کي هلائڻ لاءِ هن آيت ۾ تعليم ڏني ٿو ته والصابرين في الباساء والضراء وحين الباس• ساٿ اهڙن سان ڏيو جيڪي ڏک سک ۾ تڪليفن ۽ خوف ۾ به ساٿ نڀائين (يعني جيڪڏهن هنن جي چوڻ مطابق ته پاڻي جي ڪوٽ دريائن ۾ مٿان کان برفاني تودا ۽ گل شير نه ڳرڻ ڪري آهي ته پوءِ ڪوٽ مهل به هو پنهنجو حصو ٿورو کٽن ته اهڙن سان ساٿ نڀايو سو خيال ڪجو وفادارن سان جياپي لاءِ سفر ڪجو، جيڪي معاهدن جا پڪا هجن ڏک سک ۾ گڏ رهن، ڀاڳي ڀائيوار ٿين، جن لاءِ قرآن فرمائي ٿو ته:

اولائڪ الذين صدقو واولائڪ هم المتقون

(يعني جيڪي سخن جا سچا ۽ مشڪلاتن ۾ ثابت قدم رهڻ وارا هجن)

پهريان هي سمجهڻ تمام ضروري آهي ته قبلي جي معنيٰ ۽
مقصديت کي سمجهيو وڃي سورة بقره جي آيت ١١٥ جي فرمان ولئن
اتيت الذين اوتو الڪتاب بڪل آيه ماتبعوا قبلتڪ يعني اي پيغمبر
جيڪڏهن تون انهن اهل ڪتاب وارن طرف سڀ جو سڀ آيتون ۽ دليل
پيش ڪرين تڏهن به اهي تنهنجي قبلي جي تابعداري ڪونه ڪندا. هن آيت
جي پيٺ ۾ وري ساڳي سورت جي آيت نمبر ١٢٠ پڙهي ڏسندا جنهن ۾
فرمان آهي ته:

**ولن ترضيٰ عنڪ اليهود ولا النصاريٰ حتي تتبع ملتهم**
(يعني اي پيغمبر تو کان يهود ۽ نصاريٰ هرگز راضي ڪونه ٿيندا
ايتري تائين جو تون انهن جي ملت ۽ مذهب جي تابعداري نه ڪرين.)

غور فرمايو وڃي ته قرآن پاڪ جي فن تصريف آيات تفنن عبارت
سان قبلي ۽ ملت جي معنويت ڪيئن نه هڪجهڙي ثابت ٿي وڃي يعني
قبلو معنيٰ نصب العين،نظريو، آئيڊيالاجي، منشور، بلڪ اجا سورت
يونس جي آيت ٨٧ ۾ فرمان آهي ته:

**واوحينا الي موسي و اخيه ان تبوئا لقومڪما بمصر**
**بيوتا و جعلوا بيو تڪم قبلہ.**

يعني اسان موسي ۽ ڀاڻس طرف وحي ڪيو سون ته پنهنجي قوم
لاءِمصر وارن گهرن کي (ڪجهه عرصو) ٽڪاڻو بنايو ۽ انهن ئي پنهنجن
گهرن کي قبلو بنائي ڇڏيو.ته هاڻي هن آيت ۾ گهرن کي قبلو بنائڻ جي
معنيٰ آهي ته گهرن کي تربيت گاه بڻايو، گهرن ۾ اسٽڊي سرڪل قائم
ڪيو، گهرن کي آزادي جي تحريڪ جو مرڪز بنائي ڇڏيو. پڙهندڙن جي
خدمت ۾ هي ياد ڏيارڻ ٿو گهران ته اوهان کي معلوم هوندو ته حضرت
موسيٰ پنهنجي غلام قوم بنتي اسرائيل کي فرعون جي چنبي ۽ قبضي
مان ڇڏائڻ پيو گهري ۽ اها سموري هل چل آزاديءَ لاءِ ئي هئي ته قبلي جي
معنيٰ آزادي ڏياريندڙ مرڪز به آهي، انهيءَ ڪري ئي ته رب سائين
ڪعبةالله لاءِ فرمايو ته وليطفوا بالبيت العتيق (٢٢/٢٦) يعني
انسانن کي غلاميءَ مان آزادي ڏياريندڙ مرڪز جي پروگرام جا چوبدار



بنجو ۽ گشتي نمائندا بنجو سموري دنيا ۾ ڦرو گهرو جتي به ڪوئي ڪنهن
کان آزادي کسي غلام بنائيندو هجي ته پنهنجي قبلي جي طاقت سان
پنهنجي جي اپچ ڪيو جي زور سان نظريي ۽ منشور جي سچائي سان کين
آزادي وٺي ڏيو، ته هاڻي هن مختصر تشريح مان ثابت ٿيو ته قبلي جي
هڪڙي معنيٰ آهي نصب العين "آئيڊيالاجي" ميني فيسٽو (قرآن) يعني
نظريو ۽ فڪر وغيره ٻي معنيٰ ته انهيءَ نصب العين جي تعليم سکيا ۽
نفاذ وارو اهو محسوس مرڪز جنهن جي حيثيت جنرل هيڊ ڪوارٽر جي
هجي، سپريم ڪورٽ ۽ پارليامينٽ جي هجي ته ڪعبة الله ۽ مسجد
الحرام هڪ ئي وقت ۾ قبلي جي حيثيت جي لحاظ سان اعليٰ ترين عدالت
۽ پارليمنٽ جو اعليٰ ادارو آهي ته اهڙي ئي بين الاقوامي ۽ بين الانساني
اداري لاءِ لازم آهي ته ان هنڌ گهٽ ۾ گهٽ هڪ پيرو ساليانو اجلاس ۽
ڪانفرنس ضرور ٿئي جنهن ۾ جهان وارن جا الجهيل معاملا سلجهايا
وڃن ته هن مسجد الحرام جي ان مرڪزيت لاءِ رب پاڪ حضرت ابراهيم
کان اعلان ڪرايو ته ان اول بيت وضع اللناس للذي ببڪة مبارڪاوهدي
للعالمين. سورت آل عمران آيت ٩٤ يعني سموري انساني آبادي لاءِ
پهريون مرڪز قبلو شهر مڪي ۾ قائم ڪيو ۽ جوڙيو ويو آهي جنهن
مرڪز وٽان جهان وارن کي ان جي قانونن ذريعي برڪتون ۽ هدايتون
ملنديون. سو جنهن به ستايل ۽ حاجتمند کي توفيق ٿي سگهي، اهو اتي
اچي ۽ پنهنجي لاءِ امن جا پروانا وٺي ۽ سورت حج ۾ آيت نمبر ٢٥ ۾
فرمان آهي ته مسجد الحرام ڪنهن مڪي يا حجاز وارن يا ڪنهن شاهي
خاندان جي جاگير يا ميراث ڪانهي جو هو پنهنجي مرضيءَ سان ڪنهن
کي اچڻ ۽ داخل ٿيڻ جي اجازت ڏين يا بندش وجهن ۽ ٻاهران آيلن کان
رهائش لاءِ مسواڙون ۽ ڪرايا وٺن رب پاڪ جو اعلان آهي ته ڪعبي کي
جعلناه سواءِ ن العاڪف فيح و الباد اسان اتي جي رهواسي ۽ ٻاهران آيل
جي حقن ۽ رعايتن ۾ هڪجهڙائي جو اعلان ڪيون ٿا هي بيت الله آهي
هتي سڀن جا حق هڪجهڙا هوندا. اسان ابراهيم کان ماڻهن کي هتي
حاضر ٿيڻ جي منادي هن لاءِ ڏياري ته هو هت اچن ۽ ليشهد وامنافع لهم
يعني هتي پيش ڪيل، قائم ڪيل قانون ۽ نظام مان پنهنجا فائدا ۽

منفعتون حاصل ڪن ۽ رب سائين سورت مائده جي آيت نمبر ٩٧ ۾
فرمايو تہ جعل الله الڪعبة البيت الحرام قياما للناس. يعني الله هن
مانواري اداري ۽ ڪعبي کي ان مان جاري ٿيندڙ فيصلن ۽ احڪامن کي
اهو اختيار ۽ پاور ڏنو آهي جن جي فيصلن ۽ پاليسين سان انسانيت
پنهنجي پيرن تي بيهي سگهي پنهنجي ضرورتن ۽ حاجتن ۾ خود ڪفيل
ٿي سگهي ٻين جي محتاجي کان بچي وڃي تہ انهن مقصدن لاءِ ساليانو
ميڙاڪو، اجلاس ۽ جيڪا ڪانفرنس ٿئي ٿي ان جو نالو حج آهي ۽
جيڪي ميڙاڪا حج جي موقعي کان سواءِ ٿين اهي ايمرجنسي مسئلن ۽
اوچتن واقعن لاءِ ڪوٺائجن تہ اهڙن اجلاسن کي عمرو چئبو. پوءِ اهڙي
تشريح تي پورو ايندڙ ادارو قبلي چوائڻ جو حقدار ٿيندو، پر جي ان ۾
اها معنويت نہ هوندي تہ پوءِ ان جي قبلہ ۽ مرڪزيت واري معني ختم
سمجهي ويندي.

## قرآن ۾ جين ٽيڪنالاجي ۽ ڪلوننگ سائنس جو ڏس

نحن خلقناهم وشددنا اسرهم واذا شئنا
بدلنا امثالهم تبديلا
(سورت دهر آيت ٢٨)

يعني اسان مخلوق کي پيدا ڪري انجي اهڙي تہ بڌ ڪئي آهي،
جڙندي ڪئي آهي، ڪمپوزيشن ڪئي آهي. جو ان مان ڪنهن
بہ ٻي مان جڏهن بہ اسان چاهيون تہ انهن جي جاءِ تي اهڙا ڪوڙ
سارا مثال جوڙي سگهون ٿا.



## پاڪائي ڇا آهي؟

لفظ طهر جي اصل معنيٰ آهي پري ڪرڻ، جدا ڪرڻ، هٽائڻ ۽
جيڪا معنيٰ پاڪائيءَ واري ڪئي وڃي ٿي اها بہ هن مناسبت ڪري تہ
گندگي ۽ نجاست کي ڌوئي يا ڪرڙي جدا ڪيو ويندو آهي ۽ هٽائي پري
ڪري ڪنهن شيءِ کي صاف رکيو ويندو آهي تہ پوءِ اها شيءِ طاهر طهور
يعني پاڪ ٿي پوندي آهي، انهيءَ حوالي سان طهارت جي تشريح ۽ معنيٰ
۾ هي حقيقت بہ شامل چئبي تہ پنهنجي ذهنن کي، خيالن کي دماغن کي،
بہ جڏهن غلط خيالن ۽ ناجائز سوچن ۽ گندين ڳالهين کان پري رکيو
ويندو تہ ان کي بہ ذهنن ۽ خيالن جي پاڪائي سڏيو ويندو. طهر ۽ طهارت
جي معنيٰ پري ڪرڻ، پري رکڻ، هٽائڻ ۽ جدا ڪرڻ واري معنيٰ جو دليل ۽
ثبوت قرآن حميد جي سورت آل عمران آيت نمبر ٥٥ ۾ فرمان آهي تہ:

**اذقال الله يا عيسىٰ اني متوفيڪ ورافعڪ الي و
مطهرڪ من الذين ڪفروا**

هتي مطهرڪ من الذين ڪفروا جي معنيٰ آهي تہ توکي ڪافرن کان
پري رکندس، ڪافرن کي توکان هٽائي جدا ڪري ڇڏيندس ۽ سورت
احزاب جي آيت نمبر ٣٣ ۾:

انما يريدالله ليذهب عنڪم الرجس اهل البيت ويطهر ڪم تطهيرا

هتي معنيٰ آهي تہ اي اهل بيت الله چاهي ٿو تہ توهان کي رجس
يعني هر قسم جي الزامن کان پري رکان هن آيت ۾ يطهر ڪم تطهيرا
جي معنيٰ ڪئي وئي آهي. ليذهب عنڪم يعني هٽائي ڇڏي اوهان
کان، پري ڪري ڇڏي اوهان کان، تهمتن ۽ بهتانن کي، جنهن سان
اوهانکي دل ۽ سوچ جي، فڪر ۽ نظريي جي پاڪائي ۽ بلندي حاصل
ٿئي، عربن ۾ انساني لباس لاءِ جيڪو لفظ ثوب ۽ ثياب، ڪپڙن جي

معنيٰ وارو استعمال ۾ اچي ٿو، ان کي عرب، شخصيت، پرسنلٽي ۽ ڪردار واري معنيٰ ۾ استعمال ڪندا آهن، اهو به هن معنيٰ سان ته انساني ذهن ڪريل قسم جي خيالن ۽ رذيل قسم جي عملن کان پري هجي ته سورت مدثر جي آيت نمبر ۴ وثيابڪ فطهر جي معنيٰ ٿيندي ته پنهنجي خيالن کي پنهنجي نگاهن کي پنهنجي شخصيت کي مٿاهين درجي تي رک، ۽ ادنيٰ قسم جي خيالن ۽ عملن کان پري رهه ۽ وثيابڪ فطهر جي معنيٰ هيءَ به ڪري سگهجي ٿي ته تون پنهنجي دعوت واري پروگرام ۾ اهڙن ماڻهن کان پري رهجان جن جا ذهن گندن خيالن ۽ نظرين وارا هجن ۽ اجا وڌيڪ معنيٰ ۽ مفهوم جي ڪشادگي جي لحاظ سان ته تون پنهنجي شخصيت، پرسنلٽي ۽ حلقه احباب به درست ۽ پاڪ صاف رک. سورت واقعه جي آيت نمبر ۷۹ ۾ فرمان آهي ته:

لايمسه الا المطهرون

عام طور هن آيت جي معنيٰ ڪئي وڃي ٿي ته قرآن کي وضو ڪرڻ کانسواءِ هٿ نه لايو، اها معنيٰ سرار غلط آهي، ان آيت جي درست معني هي آهي ته قرآن حڪيم جي حقيقتن تائين، قرآن جي مفهوم، مقصديت ۽ گهرائيءَ کي پهچڻ انهن ماڻهن کي حاصل ٿيندو جيڪي مطهرون هوندا يعني انهن جا ذهن بدنيتي ۽ گندگي کان پري هوندا ۽ قرآن بابت انهن کي ڪو به تعصب ۽ نفرت وارو جذبو نه هوندو ۽ مطهرون يعني اهي بلند اخلاق، پاڪ صاف سيرت جا مالڪ هوندا ۽ پنهنجي ذهنن کي ڪنهن به شڪ شبهي کان بدگمانيءَ کان خالي رکي پوءِ قرآن پڙهندا ۽ ان تي سوچ ويچار ۽ غور ڪندا ته پوءِ اهڙن ماڻهن کي قرآني حقيقتن جو مس حاصل ٿيندو، مس يعني قرآني مفهومن تائين پهچ نصيب ٿيندي، هونئن مس جي سنڌيءَ ۾ معنيٰ آهي ڇهڻ، هٿ لائڻ وغيره پر هتي محاوري جي لحاظ سان معنيٰ ڪبي ته:

لايمسه الا المطهرون

يعني قرآن حڪيم جي حقيقتن تائين پهچ انهن ماڻهن کي نصيب ٿيندي جن جا ذهن گندن خيالن کان پاڪ صاف هوندا ۽ قرآن بابت



بدباطنيءَ ۽ بدنيتيءَ کان پري هوندا، آيت جي هن ترجمي ۽ تشريح جي تائيد سورت بقره جي آيت نمبر ۲ جي فرمان هدي للمتقين مان به ٿئي ٿي: اهو هن طرح ته زندگيءَ جي تباهين ۽ گندگين کان بچڻ، متقين جي معنيٰ ۾ شامل آهي ته اها ئي معنيٰ مطهرون جي به آهي، ۽ منڍ واري دور کان جن ماڻهن مطهرون جي معنيٰ وضو ڪرڻ ۽ ماڻهن کي بنا وضوءَ جي هٿ لائڻ ۽ کولي پڙهڻ کان روڪي رکيو آهي، انهن اها حرڪت ماڻهن کي قرآن کان پري رکڻ لاءِ ڪئي آهي، ماڻهن کي قرآن کان پري رکڻ جي اها سازش ڪئي آهي، جيڪو قرآن ذڪر للعالمين آهي، يعني جهانن جي ماڻهن لاءِ نصيحت وارو ڪتاب ۽ جيڪو ڪتاب هدي للناس يعني انسان ذات لاءِ هدايت وارو ڪتاب آهي ۽ جيڪو ڪتاب "يا ايها الناس" يعني اي انسانو! ڪري خطاب ڪري ٿو، جنهن ۾ مسلمانن کان سواءِ عيسائي يهودي مجوسي هندو بدست مطلب ته پوري ڪائنات اچي وڃي ٿي ته لازمي آهي ته هر انسان هن ڪتاب کي پڙهي، جيڪو ڪتاب انهن کي سڏي ٿو انهن سان ڳالهائي ٿو ته پوءِ غير مسلم انسانن جي فقه ۾ اهو ته ڪونهي ڪو ته هٿ منهن پير يا سڄي بدن ڌوئڻ کان پوءِ جيڪڏهن پيٽ مان واءُ خارج ٿئي يا پيشاب اچي ته هٿ منهن ۽ پير گندا ٿي وڃن. تڻ ڦوس نڪري هڪڙي جاءِ تان ته ان کي ڇڏي ڌوئجي وري ٻين عضون کي! ۽ پليت ٿئي ٻيو جسم اهو ٿيو ته ڪنڊو لڳي پير ۾ ڪونجي گوڏو، اهو عمل قرآن جي هن آيت قل هٰذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة يعني نبي سائين جنهن دين طرف سڏي ٿو اهو سڏ بصيرت عقل فهم وارو آهي ته هن ماجرا کي ڪير بصيرت سڏيندو ته پيٽان واءُ نڪرڻ سان هٿ منهن ۽ پير پليت ٿي وڃن. وري انهن جي ڌوئڻ کي هي وضو سڏين ٿا. ۽ وضوءَ کي فرض به قرار ڏين ٿا، ۽ مزي جي يا عجب جهڙي ڳالهه آهي ته پوري قرآن ۾ وضوءَ جو لفظ به ڪونهي، يعني هنن فقيه صاحبن جنهن کي فرض جو نالو ڏنو آهي. قرآن ۾ ان جو ذڪر به ڪونهي. بهرحال منهنجي عرض ڪرڻ جو خاص مقصد هن مسئلي ۾ هن طرف ڌيان ڇڪائڻو آهي ته جن به ماڻهن مٿي بيان ڪيل آيت مان ترجمي ذريعي هي فقه جاري ڪيو آهي ته

بغير وضوءَ جي قرآن کي هٿ سان کولي نه پڙهجي، انهن اها سازش ڪئي آهي ته ماڻهو قرآن کان پري رهن، مسلمان ويچارا سائبيريا جهڙن برفاني علائقن ۾ به ڪٿي گهڙي گهڙي پيشاب گئس نڪرڻ مهل وضو ڪندا هجن، پر جن غير مسلمانن کي ريسرچ لاءِ قرآن پڙهڻ جي ضرورت پوي ته اهي ڪيئن وضو ڪندا ۽ ڇا مسلمانن جو فقه غير مسلمن بابت ڇا ٿو فرمائي ته وضو جيڪو اسلامي فقه ۾ فرض جي قسم جي عبادت جو درجو رکي ٿو ته اهڙي ڪابه عبادت غير مسلم مٿان اسلامي فقه ۾ ڪا حيثيت رکي ٿي؟ يا ان کي اسلامي عبادت لاءِ مسلمانن جا فقيه ڪا پرمٽ ڏين ٿا؟ منهنجو هڪ اکين ڏٺو مثال آهي ته آئون هڪ هندو وڪيل وٽ ويٺو هئس ان وٽ ان جو هڪ اصيل جيڪو پنهنجي علائقي جو هڪ مولوي صاحب ۽ ذميوار مذهبي تنظيم جو عهديدار هئو، ويٺو هو ته وڪيل صاحب مونکي شراب جي حرام هجڻ جي گيتا مان عبارت پيش ڪئي ته مون جواب ۾ گيتا جي انداز بيان سان مطابقت رکندڙ قرآن شريف جي شراب جي حرام هجڻ جي آيت پيش ڪئي ته اهو هندو وڪيل اهو ٻڌي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سندس آفيس ۾ قرآن حڪيم پيل هئو جنهن المالڪ اٿي اهو ڪڍي پڙهڻ پئي چاهيو ته هڪدم منهنجي ڀرم ۾ ويٺل مذهبي ٺيڪيدار عالم، وڪيل صاحب کي روڪيو ته توهان قرآن کي بغير وضوءَ جي هٿ نٿا لائي سگهو ۽ پوءِ وڪيل صاحب پوئتي هٽي ويهي رهيو. پوءِ ڇا ٿا فرمائين حاملين شرع متين ته هڪ غير مسلم ماڻهو اسلامي فقه جي فرض وضوءَ ڪرڻ جو ڪيترو مڪلف آهي، جي ناهي ته ڇا ڪوبه غير مسلم ماڻهو قرآن پڙهي سگهي ٿو يا نه؟ جي هو پڙهي سگهي ٿو ته هن جو ڇوڻ آهي ته آئون صبح جو گهران تڙ ڪري پوءِ آفيس ۾ آيو آهيان ۽ جيڪڏهن پوءِ مون پيشاب پائخانو ڪيو به آهي ته مون انهن مخصوص عضون جي صفائي ڪئي آهي، جنهن کي اوهان طهارت سڏيو ٿا ۽ پيشاب پائخاني ۽ واءِ نڪرڻ سان ته منهنجا هٿ منهن پير خراب ڪونه ٿيا آهن جو آئون انهن کي وضو طور ڌوئان. ۽ جي مفتيان شريعت غير مسلم ماڻهوءَ کي وضو ڪرڻ جهڙي فقهي فرض ادا ڪرڻ جو پابند نٿا قرار ڏين، ان ڪري جو هو غير مسلم آهي ته ڇا پوءِ هو بغير وضو جي قرآن پڙهي سگهي ٿو يا نه؟ جيڪڏهن



جواب آهي ته ٿو پڙهي سگهي ٿو! پوءِ اهو ڪهڙو فقهي قانون آهي جو هڪ مسلم ته بنا وضوءَ جي قرآن نٿو پڙهي سگهي باقي غير مسلم کي هر طرح پڙهڻ جي اجازت آهي! ۽ جيڪڏهن جواب آهي ته ڪوبه غير مسلم قرآن کي پڙهي نٿو سگهي ته پوءِ قرآن حڪيم جو انهن کي خطاب يا ايهاالناس، يا قرآن جو لقب ذڪر للعالمين ۽ هدي للناس ڪيئن عمل ۾ اچي سگهندو ۽ غير مسلم کي قرآن حڪيم جي اپياس، ريسرچ ۽ سمجهڻ جو موقعو ڪيئن ملندو، آخر هو جڏهن پڙهندو ته قرآن کي ويجهو اچي سگهندو جي پڙهڻ مٿان ان تي ڪو بندش وجهندو ته قرآني مشن اڳتي ڪيئن وڌي سگهندي.

شيعي مسلڪ وارا قديمي عالم، اهلسنت جي عالمن جا استاد آهن، ۽ انهن کان سينيئر آهن، اڄ به سني مسلڪ وارن جي مدرسن ۾ جيڪي درس نظامي جا ڪتاب پڙهايا وڃن ٿا، انهن مان اڪثر ڪتابن جا مصنف شيعه عالم آهن. هڪ ڀيري مولانا عبدالله چانڊئي مرحوم مدرسه دارالهديٰ ٺيڙهي ۾ عالمن اڳيان انهن عالمن جي نالن جي لسٽ به بيان ڪئي. مولانا عبيدالله سنڌيءَ جو چوڻ آهي ته اهلسنت وارن لاءِ عقيدن جو ڪتاب جيڪو علامه تفته زاني لکيو آهي، اهو منڍ ۾ ته شيعو هو پر پوءِ سني ٿي ويو هو، جڏهن ته منهنجي تحقيق آهي ته تفته زاني انهيءَ ڪتاب لکڻ تائين شيعو هو.

(عزيزالله ٻوهيو)

# قرباني اصل ۾ ڇا آهي؟

حج جي موقعي تي خاص ڪري جيڪا قرباني ڪئي وڃي ٿي، قرآن حڪيم جي حوالي سان هن مضمون ۾ انجي وضاحت ڪرڻ مقصود آهي. هونئن امت مسلمه ۾ عيدالاضحيٰ جي موقعي تي مڪي پاڪ کانسواءِ جاتي ڪاٿي سڄي دنيا ۾ مسلمان قرباني جي نالي سان جانور ڪهن ٿا، اهو عمل حج کانسواءِ غير قرآني آهي. اهڙي قربانيءَ جو ذڪر قرآن جي حڪم کانسواءِ آهي، جيڪو حديثن وارن روايتن جي پئداوار آهي، جيڪو اسراف بہ آهي، اجايو خرچ پڻ آهي ۽ قرآن پاڪ پنهنجي احڪامن ۾ جيڪي مصلحتون رکندو آهي ۽ انساني افرادن ۽ ميڙاڪن جي فائدن وٽان احڪام جاري ڪندو آهي، هي مروج اضحي ۽ حج کانسواءِ پين هنڌن واري قرباني، غير معقول قسم جي رسم آهي ۽ قرآن حڪيم وارين حڪمتن ۽ مصلحتن خلاف آهي، پھريائين حج جي، موقعي تي قرباني جي حيثيت عرض ڪجي ٿي ۽ گڏوگڏ هي بہ گذارش ذهن تي رهي تہ اهو لفظ "قرباني" جو مون عوامي چوبول جي ڪري لکيو آهي ۽ استعمال ڪيان ٿو، قرآن حڪيم ۾ اها اصطلاح ڪانهي، قرآن حڪيم حج جي موقعي تي ذبح ٿيندڙ جانورن لاءِ هديي جي اصطلاح ڪتب آندي آهي، بهرحال اهو تفصيل بہ خدمت ۾ عرض ڪجي ٿو. قرآن حڪيم جو حج تي ڪعبة الله لاءِ هديي جي جانورن ذبح ڪرڻ جو مسئلو ۽ فلسفو سمجهڻ لاءِ ضروري آهي تہ پھريائين اهو سمجهجي تہ حج ڇا آهي، هونئن حج جي ڪي قدر تفصيلي تعارف لاءِ منهنجي ڪتاب آيات بينات ۾ مضمون قرآن وارو حج پڙهڻ گهرجي، هت صرف حج جي موقعي تي جانورن کي ڪهڻ لاءِ آڻڻ کي سمجهائڻ واسطي مختصر طور عرض رکڻ ضروري سمجهان ٿو تہ حج ڇا آهي؟ حج اسلام کان اڳي بہ ۽ پوءِ بہ انساني منجهيل مسئلن ۽ معاملن کي



سنوارڻ جي عدالت آهي، اسلام کان اڳي صرف عرب قبيلا پنهنجا قومي قسم جا معاملا ان موقعي تي نبيريندا هئا، اسلام اچڻ کانپوءِ رب پاڪ ڪعبة الله کي جيئن حضرت ابراهيم عليہ السلام جو عهدو، اني جاعلڪ للناس اماما، سان ذات انسان جي قيادت ۽ اڳواڻي وارو بنايو ۽ وري ان جي اولاد مان حضرت محمد الرسول الله جو عهدو بہ ياايها الناس اني رسول الله اليڪم جميعا سان ذات انسان جي قيادت ۽ اڳواڻي وارو بنايو، تہ بلڪل ساڳئي نموني انهن جي انقلابي مرڪز ڪعبة الله لاءِ ۽ انجي حج لاءِ رب پاڪ ساڳئي قسم جو اعلان فرمايو تہ جعل الله الڪعبة بيت الحرام قياما للناس يعني انسانيت کي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ لاءِ انسانن کي پنهنجي مسئلن، مونجهارن کي ۽ حاجتن کي حل ڪرڻ ۽ درست رکڻ لاءِ هر وقت چوڪس ۽ تيار رهڻ لاءِ ڪعبي کي جيڪو وڏي عزت ۽ احترام وارو مرڪز آهي ان کي پوري انسان ذات لاءِ اسان هيڊ ڪوارٽر بنائي ڏنو اٿئون. مطلب تہ حج ڪعبة الله، کي ابراهيمي دور ۾ جيڪا بين الانساني اداري جي حيثيت ڏني وئي هئي، انهي کي اسلام کان اڳي صرف عرب قبيلن لاءِ لوئي جرڳي قسم جو محدود مرڪز ڪري ڇڏيو هئو ۽ اسلام کان پوءِ ان کي هاڻي بين الاقوامي ۽ بين الانساني معاملن کي درست بنائڻ پنهنجي لاءِ اقوام متحد جي اداري طور هڪ بين الانساني عدالت بنايو ويو آهي. انهيءَ مختصر گذارش کانپوءِ سمجهڻ گهرجي تہ حج جي موقعي تي اتڪيل رڻ کاوڙيل قبيلن ۽ قومن جا جيڪي پاڻ ۾ فيصلا ٿيندا آهن ۽ پرچاو ٿيندا آهن تہ هڪ ٻئي سان پرچڻ کان پوءِ گڏيل دعوتون ٿينديون آهن، هڪ ٻئي جي اعزاز ۾ پارٽيون ڪندا آهن ۽ ان کان سواءِ اڳتي لاءِ هڪ ٻئي سان مختلف معاملن تي معاهدا بہ ڪندا آهن، انهن سيني گڏيل دعوتن لاءِ وڏي مقدار ۾ راشن وغيره جي ضرورت درڪار رهندي آهي، اهو سڀ ڪجهہ پاڻ بہ کائو پين ستايل ۽ ضرورتمندن کي بہ کارايو، جن وٽ پنهنجو راشن مس پورت جيترو هجي، يا ڪتل هجي انهيءَ لاءِ پڙهي ڏسندا سورت حج جي آيت نمبر ۳۶ ۽ انهيءَ حج لاءِ ساڳي سورت جي آيت ۲۷ ۾ رب پاڪ حضرت ابراهيم عليہ السلام کي فرمايو تہ ماڻهن کي هن هيڊ ڪوارٽر تي حج ڪرڻ لاءِ سڏ. تہ ليشهدو امنافع لهم يعني اچن ۽ پنهنجي

اکين سان نوع انسان جي فائدن واري نظام جو مشاهدو ڪن. حج جي ان
مختصر تعارف ڪان پوءِ عرض آهي ته اهڙي قسم جي ميڙاڪي لاءِ نزول
قرآن جي زماني جي حڪومت طرفان يا نزول قرآن ڪان اڳي قبائلي دور
حڪومت ۾ به انتظاميه طرفان بين الاقوامي يا بين القبائل عدالت ۽ جرڳي
۾ شريڪ ٿيڻ لاءِ ايندڙ وفدن ڪي هدايتون هونديون هيون ته ان اجتماع ۾
مٿي بيان ڪيل ضرورتن لاءِ گوشت جي جانورن ۽ ٻئي قسم جي راشن جو
انتظام ڪيون اچن، حج لاءِ ايندڙ وفدن طرفان ڪاڌ خوراڪ جي جانورن ڪي
قرآن پاڪ چوري ۽ ڦرمار ڪان تحفظ ڏيڻ لاءِ رستن جي ڌاڙيلن ۽ قبائلي
دشمنن ڪان تحفظ ڏيڻ لاءِ شعائر الله جو لقب ڏنو. يعني اهي سرڪاري
شيون آهن. يعني اهي سرڪار جي اجتماعي ضرورت ڪي پوري ڪرڻ
واريون شيون آهن. جيڪي شعائر الله سال گڏ هڪ قسم جو هديو به آهن،
يعني قرآن پاڪ انهن جانورن ڪي هديي جو نالو ڏنو. گفت ۽ سوکڙيءَ جو
نالو رکيو پڙهي ڏسندا سورت مائده آيت نمبر ٢:

**ياايهاالذين آمنوا لاتحلواشعائر الله ولا الشهر الحرام
ولاالهدي ولا القلائد ولا آمين البيت الحرام يبتغون
فضلامن ربهم ورضوانا واذا حللتم فاصطادو**

۽ صرف انهن گوشت لاءِ ذبح ٿيندڙ جانورن آڻ تائين اهو حڪم
محدود نه آهي، بلڪ بقايا ٻئي قسم جي راشن جيڪو کائڻ پيئڻ لاءِ ڪم
ايندو آهي، ان جي آڻ جو به حڪم آهي پڙهي ڏسندا سورت بقره جي
آيت ١٩٧:

**الحج اشهر معلومات فمن فرض فيهن الحج فلارفث
ولافسوق ولاجدال في الحج وماتفعلوامن خير يعلمه الله
وتزودوا فان خيرالزاد التقويٰ واتقون يااولي الالباب**

هن آيت ۾ وتزودوا جي حڪم سان هر قسم جي زاد سفر کٽي هلڻ
جو به حڪم آهي جنهن ۾ کائڻ پيئڻ جو هر قسم جو راشن اچي وڃي ٿو.
هن مختصر گذارش مان پڙهندڙ حضرات سمجهي ويا هوندا ته اهي جانور
گوشت وارا يا زاد سفر جي طور ٻيو راشن آڻڻ. اهو سڀ ڪجهه ان



اجتماعي انتظام جو حصو آهي، جيڪو فيصلن لاءِ ايندڙ وفدن مٿان
رضاڪارانه طور لاڳو ڪيل هوندو هو، اوهان مٿين آيتن مان چڱي نموني
سمجهي سگهيا هوندا ته رب پاڪ ڪعبة الله ڪي بيت العتيق يعني ظلمن
۽ غلامي ڪان آزادي ڏيارڻ وارو گهر سڏي، ان جي طرف حج جي ارادي
سان ايندڙ فريادين ڪي قرآن پاڪ ذريعي دعوت ڏني ته اچو ۽ ليشهدوا
منافع لهم يعني هن نظام جي ميڙاڪي مان پنهنجا فائدا حاصل ڪيو.
منهنجي خيال ۾ حج جي موقعي تي جانور ذبح ڪرڻ واري عمل ڪي هڪ
قسم جي سرڪاري ضرورت پوري ڪرڻ واري تصور ۽ نظريي طور مڃڻ،
انهن ماڻهن ڪي ڏاڍو ڏکيو لڳندو جيڪي حج ڪي بين الاقوامي عدالت جي
معنيٰ ۾ نه مڃيندا هوندا. بلڪ جيڪي ماڻهو حج ڪي دنيا جهان جي
ستايل ماڻهن ڪي عدل انصاف واري جڊيشنل ڪانفرنس نه مڃيندا هوندا.
اُهي ته قرآن ۾ بيان ڪيل هديي جي جانورن ڪي قرآن واري معنيٰ بدران نه
صرف پنهنجي ذاتي قرباني جي طور مڃن ٿا ۽ حج ڪي پنهنجي گناهن
بخشرائڻ جو موقعو ۽ ميڙاڪو تصور ڪن ٿا. يقين سان اهڙن ماڻهن لاءِ ئي
قرآن حڪيم سورت حج جي آيت نمبر ٣٧ ۾ فرمايو آهي ته لن ينال الله
لحو مها ولادماؤ هاولاڪن يناله التقويٰ منڪم يعني الله ڪي توهانجا
گوشت ۽ رت وهائڻ ڪونه ٿا پهچن، پر جيڪڏهن اوهان الله جي
فرمانبرداري ۾ تقويٰ ڪي اختيار ڪندؤ ته اها الله تائين ضرور پهچندي.
اڄڪلهه مسلمانن جو حج جي بابت نظريو ۽ عمل غير قرآني آهي. اڄڪلهه هر
مسلمان، حج ڪي عالمي عدالت تصور ڪري پنهنجا مسئلا حل ڪرائڻ لاءِ
نه اتي وڃي ٿو، نه ئي اتاهون جي انتظامي اٿارٽي ۾ اهڙو ڪو دم آهي ۽ نه
ئي اها اهڙي ڪنهن سياسي پوزيشن ۾ آهي، جو هو ڪي اهڙا معاملا
نبيري سگهي، اڄڪلهه مڪة المڪرمه ڪعبة الله جي حيثيت ڪنهن
سياسي هيڊ ڪوارٽر بدران هڪ خانقاهه وانگر زيارت جي وڃي رهي آهي
۽ اتاهون جي حڪمراني هڪ مخصوص خاندان جي حوالي وڃي رهي
آهي، جن جي حيثيت هڪ جاگيردار قسم جي پير ۽ متولي جي رهي
آهي، جيڪو ان درگاهه جي صفائي ڪرائي اتي اگربتيون ٻاري زيارت
ڪندڙن ڪي آسيس ڏيندو آهي ته پاٿيءَ جي سبيلن سان، بهتر رهائش

گاهن سان، بهتر هوٽلن سان، سڪون حاصل ڪن، جڏهن ته رب تعاليٰ سورت توبه جي آيت نمبر ١٩ ۾ فرمائي ٿو ته:

**اجعلتم سقاية الحاج وعمارة المسجد الحرام كمن آمن بالله واليوم الآخر وجاهد في سبيل الله لايستوون عندالله والله لايهدي القوم الظالمين**

(يعني ڇا توهان حاجين کي پاڻي پيارڻ ۽ مسجد الحرام جي آڏاوت تي ٺٺ ٺانگر ڪرڻ اهو سڀ ڪجهه الله تي ايمان آڻڻ ۽ عدل انصاف جي انجام واري ڏهاڙي قائم ٿيڻ مٿان يقين ڪرڻ ۽ الله جي راهه ۾ جهاد ڪرڻ ڪي، هڪ جهڙو سمجهيو آهي؟)

ياد رکو اهي ڳالهيون ڪڏهن به پاڻ ۾ برابر نٿي ٿيون سگهن ۽ الله ظالمن کي ڪڏهن به هدايت نه بخشيندو آهي ۽ سورت نحل جي آيت نمبر ٩١ ۾ فرمان آهي ته:

**انما امرت ان اعبد رب هـٰذا البلدة الذي حر مها**

(يعني اي پيغمبر تون اعلان ڪر ته مونکي ته حڪم ڪيو ويو آهي ته آئون عبادت ڪيان هن عزت ۽ مان واري شهر جي پالڻهار جي)

پوءِ غور فرمايو وڃي ته اڄ جا مکي جا حڪمران ربوبيت جي حوالي سان ته رب البيت جي بدران امريڪا ۽ عالمي سامراج جي اطاعت ڪن ٿا پنهنجي قومي مسئلن ۾ ئي صرف فلسطينن جي ئي مدد نٿا ڪري سگهن، جڏهن ته ڪعبة الله جو مقام رب پاڪ ايڏو ته بنايو هئو جو فرمايائين ته:

**جعل الله الكعبة البيت الحرام قياما للناس (٥/٩٧)**

(يعني الله ڪعبي کي ڪمزور ۽ محتاج انسانيت کي سگهه بخشي پنهنجي پيرن تي بيهارڻ جهڙو ڪرڻ لاءِ هڪ مرڪز قرار ڏنو آهي)

پر اڄڪلهه ان مرڪز جا ڏٺي پاڻ نيو يارڪ ۽ واشنگٽن جي مرڪز کي سلوٽ ڪن ٿا، پوءِ مسلمانن کي سوچڻ گهرجي ته هنن جون قربانيون ڪهڙي ڪم جون ٿيون، جيڪي ڪعبة الله جي عزت ۽ حرمت بحال نٿيون



ڪري سگهن. اهڙي صورت ۾ ته اهي قربانيون، قربانيون نه چئبيون ۽ واقعي اها قرباني ڪيئن درست ٿي سگهي ٿي جيڪا ڪئي ئي رسم جي نالي سان وڃي ٿي! ته هيءَ ابراهيمي سنت جي يادگار آهي، جڏهن ته اهو به ڪوڙ آهي. ابراهيمي سنت ته آهي پٽ کي ڪهڻ، سو مسلمانن کي جيڪڏهن اهڙو شوق آهي ته پنهنجن پٽن کي ڪهن، پوءِ جيڪڏهن ان دوران الله جو آواز اچين ته اسان توهانجي قرباني قبول ڪئي. پٽ کي نه ڪهو، ته ڇڏي ڏين، نه ته يا بسم الله ڪهي ڇڏين. باقي جيڪا ڳالهه چون ٿا حضرت ابراهيم پٽ کي پئي ڪنو ته ملائڪن ان جاءِ تي بهشت مان گهيٽو آڻي رکيو، اهو ڪوڙ آهي. قرآن ۾ ان جو ذڪر ڪونهي ڪو. جڏهن ته قرآن حڪيم ڪعبي جي هدين لاءِ فرمايو آهي:

**والبدن جعلنا ها لكم من شعائر الله**

(يعني هي قربانين جا جانور خدائي نظام قائم ڪرڻ وارن جي ڪائڻ لاءِ آهن، جن کي اسان نظام جي علامت قرار ڏنو آهي.)

مٿي سورت حج جي آيت ٢٨ ۾ فرمايائين اطعموا البائس الفقير ۽ آيت نمبر ٣٦ ۾ فرمايائين ته واطعموا القانع المعتر، يعني جيڪي ايذائيل محتاج هتي پنهنجي لاءِ انصاف وٺڻ آيا آهن، انهن کي کارايو ۽ آيت ٣٦ ۾ فرمايائين اهي ماڻهو جن کي تڪليفون پهچايون ويون آهن ۽ جو حيثيت جي لحاظ سان محتاج به آهن ته انهن کي کارايو، پر جيئن هاڻي حج خود هڪ رسم بنجي ويو آهي ۽ ان قرآن واري حيثيت بين الاقوامي عدالت واري اسان مسلمانن وڃائي ڇڏي آهي ته اسان مسلمانن جو حج ڪرڻ ۽ ان موقعي تي قرباني جي نالي تي جانور ڪهڻ به صرف رسم جي طور وڃي رهيا آهن، ايترو جو قرباني ڪندڙ پاڻ به هوٽلن جي ماني کائيندا آهن ۽ پنهنجي قرباني ڪائڻ ته ڇا پر ڏسي به ڪونه سگهندا آهن، ڇو ته اهي به ڪي ڪمپنيون هنن کان پئسا وٺي پرپٺ ڪري ڇڏينديون آهن، ڪولڊ اسٽوريج جو رواج ته هاڻي نڪتو آهي نه ته قرباني جي جانورن جو گوشت ڪجهه عرصو اڳي ڪڏ ڪٽي پوريو ويندو هو، پر انهي هوندي به اسان هر هنڌ ملڪان ملڪ ڪيترائي ماڻهو ڏسون پيا جو هو قرباني کي پنهنجي لاءِ واجب ڄاڻندي اضحيٰ به ڪن ٿا ۽ پنهنجي لاءِ گهر ۾ اضحيٰ جي گوشت

كائڻ بدران ڪڪڙ يا مڇي تيار ڪري ڪائڻ تا تہ يقين سان اهڙيون سڀ
اضحائون فضول خرچي ۾ ڳڻڻ گھرجن، پوءِ توڻي حج تي هجن يا پين
ملڪن ۾ هجن، پين ملڪن يا مڪي پاڪ شهر کان سواءِ پين علائقن ۾
قربانيءَ جو ذڪر قرآن ۾ ڪونهي ۽ حج لاءِ جنهن مقصد واسطي قرآن
پاڪ ۾ جانورن جي آڻڻ ۽ ڪهڻ جو ذڪر آهي، ان مقصد سان هاڻي حج
ٿئي ئي ڪونہ ٿو. الله اسان مسلمانن کي توفيق ڏئي، سمجھ ڏئي، همت
ڏئي، جو اسان ڪعبةالله جي اها حيثيت جيڪا حضور صلي الله عليہ
وسلم جن قائم ڪئي هئي ۽ قرآن حڪيم ٻڌائي آهي، اها بحال ڪري
سگھون ۽ نيويارڪ بدران دنيا جي الجھيل معاملن کي نبيرڻ لاءِ پنهنجي
حج کي اقوام متحده جي ڪانفرنس طور سالانہ ۽ هنگامي مسئلن جي
نبيرڻ لاءِ ۽ جڏهن تڏهن عمري جي نالن سان ڪعبة الله ۾ عرفات ۾ مني ۽
مزدلفہ ۾ جنهنکي قرآن مشعرالحرام سڏيو آهي، اتي عدالتون قائم
ڪيون ۽ پنهنجي دين جي احڪامن کي بي مقصد رسمن کان بچايون. ڪي
ماڻهو سورت ڪوثر ۾ فصل لربڪ وانحر جي معنيٰ ڪندا آهن تہ قربانيءَ
جو حڪم سڄي جهان ۾ انهيءَ آيت ۾ ڏنو ويو آهي ان لاءِ عرض آهي تہ
هي بجا آهي تہ لفظ نحر جي معنيٰ آهي اٺ ذبح ڪرڻ، جو تہ اٺ کي سيني
جي مٿان لاڳيتو ڳڙوڳڙ تير سان يا ڪاتيءَ سان عرب ذبح ڪندا آهن، پر
جيڪڏهن اسان ان آيت ۾ لفظ وانحر مان اڄ جون اضحائون مراد وٺون تہ
پوءِ اهي تہ آيت جي حڪم جي خلاف آهن، اسان تہ ڇيلا، گهيٽا ۽ وهڙيون
وهڙا پيا تا ڪهون، پوءِ قرآن جڏهن نالو ڪٿي اٺ جي قربانيءَ جو حڪم
ڏنو آهي تہ پوءِ پين جانورن لاءِ تہ وري اهڙو ئي پيو ثبوت ۽ بي آيت ڏيکارڻ
گھرجي، نہ تہ ائين تہ ڪاتي رواج يا محاورو ڪونهي ڪير ڪنهن کي چوي
تون منهنجي لاءِ پڙيءَ تان اٺ خريد ڪري اچ تہ اهو ماڻهو اٺ بدران ڇيلو يا
گهيٽو وٺي اچي. بهرحال اتي وانحر جي معنيٰ ۽ تشريح پڙهندڙن جي
خدمت ۾ عرض رکجي ٿي تہ شروع آيت ۾ آهي تہ انا اعطيناڪ الڪوثر
يعني اي پيغمبر اسان توکي ڪوثر عطا ڪيو آهي. امام انقلاب عبيدالله
سنڌي ڪوثر جي معنيٰ پنهنجي تفسير المقام المحمود ۾ قرآن مجيد
ڪئي آهي. ان لاءِ امام سنڌي صاحب سورت بقره جي آيت:



### ومن يؤت الحكمة فقداوتي خيرا كثيرا

دليل ۾ ڏني آهي جنهن جو مطلب آهي تہ جنهن کي حڪمت ڏني
وئي تہ جڻ ان کي خير ڪثير ڏنو ويو پوءِ سنڌي صاحب لکن ٿا تہ قرآن
سچو حڪمت آهي. تہ ان معنيٰ سان قرآن خير ڪثير بہ ٿيو تہ ڪوثر بہ
ٿيو، ۽ هن ڳالھ جو دليل تہ قرآن خود حڪمت آهي ان لاءِ پڙهي ڏسندا
سورت بني اسرائيل آيت نمبر ٣٩ فرمان آهي تہ:

### ذالک مما اوحيٰ اليک ربک من الحکمة

(يعني اي پيغمبر جيڪو تنهنجي طرف وحي ڪيو وڃي ٿو اهو
حڪمت ئي آهي)

سمورو وحي حڪمت منجهان آهي، ان کان پوءِ حڪم آهي تہ:

### فصل لربک وانحر

(يعني جڏهن اسان توکي قرآن عطا ڪيو)

تہ هاڻ ان قرآن واري نظام جي پوئواري ڪر! جو ان نظام جو شارع
پوري ڪائنات جو پالڻ وارو آهي تہ تون ان جي ربوبيت عام اڳيان جيڪي
ماڻهو يمنعون الماعون وارا بند پڏن ۽ وماكان عطاء ربک محظورا يعني
عطاءِ رباني خلاف رڪاوٽن وجهڻ جي اجازت نہ هوندي، رب جي عطا هر
پورهيت لاءِ ضرورت مند لاءِ ڪليل هوندي، تہ انهيءَ ايڏي وڏي ڪشالي لاءِ
اي پيغمبر جڏهن تون اقيموالصلواة تي ڪاربند ٿيندي تہ سڀ ڦورو لٽيرا
سرمائيدار، جاگيردار، تنهنجي مقابلي لاءِ لهي پوندا، پوءِ اي پيغمبر تون
بہ وانحر يعني سينو کولي ميدان ۾ لهي پنجانءِ. وانحر معنيٰ تون بہ
پنهنجي ڇاتيءَ جو زور لڳائجانءِ. وانحر معنيٰ تہ اي نبي پوءِ تون بہ شرح
صدر سان مقابلو ڪجانءِ، توکي ڪوثر يعني قرآن مليل آهي. ان جي
فلسفي ۽ علمي دليلن سان دشمن مٿان وڏي حوصلي سان ڇانئجي
وڃجانءِ، غالب ٿي وڃجانءِ، تہ پڙهندڙن جي خدمت ۾ عرض آهي تہ هتي
وانحر جي معنيٰ محاوري واري آهي، اٺ جي گوشت ڪائڻ واري اصلہ
معنيٰ ناهي، ڪي ماڻهو سورت بقره جي آيت نمبر ١٩۴ مان فمن کان
منكم مريضا اوبه اذي من راسه ففدية من صيام اوصدقة نسك مان لفظ

نسک جي معنيٰ بہ قرباني وٺن ٿا جڏهن تہ نسک جي اصلي لغوي معنيٰ آهي خالص چاندي، پر قرآن حڪيم ان مناسبت سان معنيٰ آندي آهي تہ ٻانهي جا خالص عمل ۽ صاف قسم جي خالص عبادت، پر جيڪڏهن ڪٿي نسک جي معنيٰ قبول بہ ڪجي تہ جانور جي قرباني ان مان مراد آهي تہ اها آيت بہ تہ حج سان تعلق رکي ٿي ڪعبةالله سان تعلق رکي ٿي، پوءِ ان مان اهو ڪاٿي ٿو ثابت ٿئي تہ هر ملک جي هر شهر ۽ ڳوٺن جي گهٽي گهٽيءَ ۾ وتو جانور ڪهندا.

اڄڪلهہ جيڪو قرباني جي نالي تي ملڪان ملک عيد اضحيٰ جي موقعي تي جانورن ڪهڻ جو رواج هلي پيو، اهو اسراف ۽ اجائي خرچ مان شمار ڪرڻ گهرجي، جنهن جي لاءِ قرآن پاڪ سورت بني اسرائيل جي آيت ٢٦-٢٧ ۾ فرمايو آهي تہ "ولا تبذرتبذيرا" اجايا خرچ نہ ڪيو ان المبذرين ڪانوا اخوان الشياطين بيشک اجايو خرچ ڪندڙ شيطانن جا يائر آهن. ۽ هن حقيقت تي غور ڪيو تہ اهو قرباني جو ساري جهان جي مسلمانن کي مَقرر ٽن ڏينهن ۾ قرباني جا جانور ڪهڻ جو حڪم، جو ان جو ٽوٽل تعداد لکن کان ڪروڙين جانورن تائين پهچي وڃي ٿو وري ايترن جانورن جي قيمت جيڪڏهن ڪٿ ڪجي تہ هڪ ئي عيد جي موقعي تي ڪروڙين اربين روپيا زيان ٿي وڃن ٿا، جيڪڏهن انهن ڪروڙن اربن روپين مان ڪي اسپتالون ناهجن، ميڊيڪل ڪاليج ناهجن، انجنيئرنگ ڪاليج ناهجن، غريبن بي گهر ماڻهن لاءِ گهر ناهجن تہ وڏا وڏا ڪامپليڪس ۽ ڪالونيون ٺهي سگهن ٿيون، ۽ اهڙن سڀن ڪمن جو فائدو ٽي ڏينهن گوشت کائڻ کان گهڻو وڌيک آهي، پائدار آهي، ان جي ڀيٽ ۾ گهڻو گوشت کائڻ سان تہ ماڻهن کي ڪئي قسمن جون بيماريون ٿيو پون ٿيون تہ پوءِ اها ڪهڙي عبادت چئبي جو امير تہ ان گوشت مان فريزر ڀريو پيا کائين يا کائڻ بدران ضايع ڪيو ڇڏين ۽ غريب هيچ سان کائڻ سان وٽن اسهال وهندا ان عبادت ۾ ڪهڙي عقلمندي ۽ دانائي چئبي. قرآن مؤمنن جو شان بيان ڪندي فرمايو آهي تہ اهي ايڏا تہ ڏاها ۽ دانا آهن جو جيڪڏهن انهن اڳيان قرآن جا احڪام بہ پڙهي ٻڌايا وڃن تہ هو انهن تي گونگا ۽ انڌا بڻجي ڪري ڪونہ پوندا پڙهي ڏسو سورت فرقان آيت نمبر ٧٣:



**والذين اذا ذكر و اباايات ربهم لم يخروا عليها صما وعميانا**

بلک اڃان قرآن حڪيم تہ رسول الله صلي الله عليہ وسلم کان بہ اعلان ڪرايو تہ تون ماڻهن کي ٻڌاءِ تہ منهنجي شريعت ۽ واٽ اکيون ٻوٽي قبول ڪرڻ واري ناهي، هي بصيرت عقل فهم ۽ ڏانائي واري رستو آهي، جنهن جي طرف آئون دعوت ڏيان ٿو ۽ نہ صرف آئون پر منهنجا پيروڪار بہ بصيرت واري ڳالهہ ڪن تہ قبول ڪجو ۽ سمجهجو پر جي بي عقلي ۽ جهالت جي ڳالهہ ڪن تہ اهي سمجهو تہ منهنجا آهن ئي ڪونہ. پڙهي ڏسندا صورت يوسف آيت نمبر ١٠٨:

**قل هـٰذه سبيلي ادعوا الي الله علي بصيرة انا ومن اتبعني سبحان الله وما ان من المشركين.**

●

## قرآن ۾ هڪڙي عيد ملهائڻ جو حڪم مليل آهي

۽ مسلمان اها بہ ڪونہ ملهائيندا آهن ۽ جيڪي عيدون ملهائيندا آهن انهن جو قرآن حڪيم ۾ حڪم ئي ڪونهي، قرآن واري عيد هي آهي تہ توهان جي رهنمائي لاءِ اوهان جي هدايت ۽ قرآن حڪيم نازل ڪيو آهي ان جي خوشي ملهايو، جشن ڪيو، پڙهي ڏسندا يا ايها الناس قد جاءِ تكم موعظة مں ربكم و شفاء لمافي الصدور وهدي و رحمة للمؤمنين● قل بفضل الله و برحمته فبذ الك فليفر حوا هو خير مما يجمعون ٥٧-٥٨-١٠. جيڪا شئي قرآن ۾ ناهي ان کي شريعت ۽ دين قرار ڏيڻ شرک آهي پڙهي ڏسندا. ام لهم شركا شرعو الهم من الدين مالم ياذن به الله ٢١-٤٢.

# غيرالله طرف منسوب ڪيل شيون چو حرام آهن؟

سورت مائده جي آيت نمبر ٣ ۽ ٤ ۾ ڪاڏي پيتي جي شين ۾ حلال حرام جو تفصيل ڇاڻايو ويو آهي، جن ۾ مردار شيءِ کي حرام قرار ڏنو ويو آهي پوءِ اهي طبعي موت سان مئل جانور هجن يا گهٽي ڏيڻ سان مئا هجن، يا ڌڪ لڳڻ سبب مئا هجن، يا مٿانهين جاءِ کان هيٺ ڪري مئا هجن، يا پاڻ ۾ جانور وڙهي هڪ ٻئي کي سڱ هڻي ماري وڌو هجين، پوءِ انهن مان جيڪڏهن ڪنهن کي سير ڏني وئي هجي ته ٺيڪ، نه ته پوءِ حرام چئبا ۽ سير جو رت، سوئر جو گوشت به حرام آهي ۽ اهي شيون به حرام آهن جيڪي الله کانسواءِ ڪنهن ٻئي جي نالي تي باس ۽ نذراني طور ڏنيون وڃن يا جيڪي جانور غير الله جي آستانن تي ذبح ڪيا وڃن اهي به حرام آهن، مٿين لسٽ ۾ غور ڪبو ته طبي ۽ ڊاڪٽري لحاظ سان مردار شيءِ، سير جي رت ۽ سوئر جي گوشت ۾ ڪي نه ڪي اهڙا نقصانڪار پهلو ملي وڃن ٿا جن ڪان ماڻهوءَ کي بچائڻ لاءِ رب پاڪ انهن شين کي حرام قرار ڏنو آهي، انهن سببن جو تفصيل جيڪو به ڪجهه آهي اهو جيئن ته هن مضمون جو موضوع ناهي ۽ انکي هر طبيب ڊاڪٽر بهتر نموني ٻڌائي سگهندو ۽ طبي قسم جون ليبارٽريون به ٻڌائي سگهنديون، سو هن مضمون ۾ صرف اهي شيون ٻڌائڻ مقصود آهن جيڪي هونئن ته مڪمل نموني حلال لسٽ مان آهن. پر صرف غيرالله جي نالي پڪارڻ ۽ غيرالله جي آستانن سان مخصوص اڏن تي ذبح ڪرڻ ڪري حرام بنايون ويون آهن، مثال چانور ۽ ٻيو اناج، ميوا منايون ۽ سڀ حلال جانور اهي غير الله جي نسبتن ڪري ۽ آستانن تي ذبح ڪرڻ ڪري حرام ٿي ٿا وڃن سو چو؟ سوچڻ گهرجي ته قرآن پاڪ جي هن حڪم مان ثابت ٿئي ٿو ته



جيڪي شيون انساني جسم ۽ طبيعت مٿان طبي طور نقصانڪار اثر وجهڻ ڪري حرام بنايون ويون آهن ته بلڪل اهڙي نموني اهي شيون جيڪي هونئن ته جسماني مفاد جي لحاظ سان ته حلال لسٽ واريون آهن پر غيرالله طرف نسبت جي ڪري حرام بنايون ويون آهن، اهو ان ڪري ته انسان جي جسم جي حفاظت سان گڏ انسان جي انساني حيثيت، انساني مقام ۽ مرتبي، انساني غيرت ۽ خود انسانيت جي ساک، ذهني طور، فڪري طور، جڏهن متاثر ٿيندي هجي، جڏهن پنهنجي قوت بازو سان پورهيي ۽ محنت سان ڪمائي ڪائڻ بدران، الله جي ڏنل سگهه ۽ توفيق کي وڃائي، جڏهن مفت خوريءَ جي اڏن تي وڃي ويهندو جتي ربوبيت خداوندي جي مقابلي ۾ ٻين جي داتا هجڻ جا هوڪرا ۽ نعرا هنيا ويندا هجن، ته اتي جي سيني حلال شين کي به قرآن حرام سڏيو آهي. ان ڪري ته انهيءَ سان انسانيت پنهنجي مرتبي کان هيٺ ڪري ٿي پوي. انهيءَ سان انسانيت جي تذليل ٿي ٿئي، چو ته جنهن جي طرف اهو آستان منسوب آهي، اهو به ته انسان آهي، اهو به ته مخلوق آهي ۽ اهو به ان جهڪندڙ جهڙو ئي آهي. سو خدا نٿو چاهي، نٿو پسند ڪري ته ڪو انسان، مون الله جي عطا ۽ انتظام ربوبيت کي پٺي ڏئي ۽ پاڻ جهڙي وٽ، غيرالله وٽ، وڃي گوڏا ٽيڪي، هونئن اسان پنهنجي ننڍڙن دائرن ۾ معاشرن ۾ پاڻ به ائين سوچيندا آهيون ته اسانجي گهر جو ڪو ٻار پاڙي اوڙي ۾ ڪنهنجي به گهر وڃي انهن جي ماني نه کائي، اسان پنهنجي ٻارن کي سکيا ڏيندا آهيون ته ڪنهن جي اڳيان محتاج بنجي سوال نه ڪيو، بک ڏک ۾ پنهنجي گهر پلا آهيون، ٻين اڳيان هٿ ڊگهيرڻ سان اسانجي خواري ٿيندي، گلا ٿيندي، ماڻهو طعنا ڏيندا ته فلاڻي جو پٽ پنهي ٿو، ٻين جي در تي ڪريو پيو آهي، ته بلڪل اهڙي نموني قرآن پاڪ ۾ جڏهن رب سائين انسانن جي رزق رسانيءَ لاءِ فرمايو ته والارض وضعها للانام يعني روزي جي سرچشمي زمين کي، ماڻهن لاءِ جوڙيو ويو آهي. سو به اهڙي نموني جو سواءً للسائلين يعني ضرورتمندن لاءِ برابري جي بنياد تي. پوءِ چو خدا جي مقابلي ۾ ماڻهن جي نالي تي لنگر خانا کوليا ويا آهن. ۽ چو ماڻهو اهڙن اڏن تي ڪريا پيا آهن، جڏهن توهان پنهنجي پٽ کي ٻئي جي در تي سوال

ڪرڻ ۽ مانيءَ ڳيو ڪائڻ تي منهن گهنجايو ٿا، ته الله کي هيءَ ڳالهه ڪيئن وڻندي ته سندس تخليق ڪيل ماڻهو، ايترو ڪري پوي، ايترو نيچ ٿي وڃي جو قرآن جي مساوات واري نظام معيشت کي قائم ڪري انسانيت کي ذلت ۽ محتاجيءَ کان بچائڻ بدران، پاڻ پيو بڇڙو ٿئي، خوار ٿئي، نڪمو، هڏ حرام ۽ مفت خور بڻجي، تنهن ڪان ته ٻڌي ڇڏيو، اهي مفت خوري جا لنگر خانا، خدا جي مخلوق کي ڪاري انهن جي غيور ذهنيت کي مسخ ڪري رهيا آهن. ان ڪري اتي مثايون نڪل فروٽ برياني جون ديڳيون، جيڪي به ڪجهه ورهائجي ٿو، اهي سڀ حرام آهن، انهي سان اتي پلجندڙ انسانيت هڏ حرام بڻبي ۽ ذهني طور انسان پرست، شخصيت پرست، درگاهه پرست ۽ گادي پرست ۽ [illegible]ل پرست ٿيندي، ان ڪري رب تعاليٰ آدم جي تعظيم ۽ تڪريم کي ذليل بنائيندڙ اڏن تي ورهائجندڙ هر ڪاڌي کي حرام قرار ڏني ٿو، ان ڪري ته بني آدم، جي آدميت، انسان جي عظمت بحال رهي، هيٺ ڪري نه پوي، انهيءَ جي حڪمت ۽ فلاسافي هيءَ ٿي ته انهن غير الله جي آستانن تي انساني ذات، شخصيت، حيثيت، پرسنلٽي پنهنجي مرتبي کان هيٺ ڪري ٿي پوي، جيڪا الله کي پسند ناهي. اهوئي عام حيوان ۽ انسان ۾ فرق آهي ته انسان ۾ جيڪا واڌاري شيءِ آهي، اها آهي ان جي حيثيت ۽ پرسنلٽي، جيڪا هر موقعي تي بچائڻي مقصود ۽ مطلوب آهي. ان ڪري اهي طعام ۽ کاڌاجن جي کائڻ سان عزت النفس نظريا، فڪر، سوچون ۽ ذهنيتون خراب ٿين ٿيون، رب سائين انهن کي به حرام قرار ڏنو آهي، جيئن جسم کي خراب ۽ بيمار بنائڻ وارا کاڌن کا منع ڪئي ويئي آهي.

وما اهل به لغيرالله جي مٿئين حڪم سان رب پاڪ انسانن کي سڌو سنئون پاڻ سان ملائڻ گهري ٿو ۽ وچ ۾ آيل هر قسم جي رڪاوٽن کي جيڪي الله ۽ ٻانهي جي وچ ۾ ملڻ کان هڪ قسم جون وچوٽيون آهن، بند آهن، پٽيون آهن، انهن کي ڊاهڻ گهري ٿو، جنهن لاءِ دوکيباز ماڻهو عوام کي بيوقوف بنائڻ لاءِ هڪ هٿرادو مثال ڏيندا آهن ته وتايو فقير هڪ ڏينهن هڪ ماڻهو کي چيو ته سامهون درياءَ پار ڪيون ٿا، تون منهنجي هٿ ۾ هٿ ڏي ۽ وتايو وتايو چوندو هل، پوءِ هي ٻيئي درياءَ مٿان هلڻ لڳا



۽ اهڙي نموني پئي هليا جيئن سڪي زمين تي هلجي ته وتايي جي ساٿيءَ سوچيو ته ڏسان ته وتايو ڇا ٿو چوندو هلي، پوءِ ان وتايي ڏي ڪن ڏنو ته اهو الله الله چوندو پيو هلي، پوءِ ان سوچيو ته مان به ڇو نه الله الله چوان ۽ جڏهن ان الله الله چوڻ شروع ڪيو ته هو ٻڏڻ لڳو ته وتايي ان کي چيو ته تون اڃا وتايي تائين نه پهچو آهين، اڳيئي ٿو الله الله ڪرين. بهرحال اهڙن جڙتو ۽ غلط قصن سان اسلام کي مذهبي هٺ بنائڻ وارا خلق خدا کي خدا کان وٺن ٿا جدا ڪندا.

●

## آسمانن (ان جي مختلف ڪرن ۾) گهمندڙ ڦرندڙ مخلوق آباد آهي

رب پاڪ جي قانون مشيت (سائنس) جي جنهن وقت تقاضا ٿيندي ته اهو انهن کي پاڻ ۾ گڏ ڪرڻ ۽ ملائڻ تي قادر آهي پڙهي ڏسندا و من آياته خلق السماوات والارض وما بث فيهما من دابة وهو عليٰ جمعهم اذايشاء قدير. ٢٩-٢٥

## ميلادالنبي جي تاريخ ١٢ ربيع الاول ناهي

حضور ﷺ جي ولادت جي تاريخ، علم جي ذريعي غلط ڪار ماڻهن اهڙي ته غلط ۽ ڪوڙي مشهور ڪئي آهي جو سادا مسلمان نبي سائين جي وفات واري تاريخ ١٢ ربيع الاول تي وينا جشن ملهائين ۽ خوشيون ڪن. جڏهن ته سيئي محقق عالم ولادت جي تاريخ ٩ ربيع الاول لکن ٿا ۽ شيعا عالم ١٧ ربيع الاول لکن ٿا. بهرحال ١٢ ربيع الاول صرف وفات جي تاريخ آهي، ولادت جي ناهي.

# ايندڙ زماني ۾ قرآن جي فڪري پرواز سان انسانيت جو معراج

**يسبح له السماوات السبع والارض ومن فيهن (۱۷/۴۴)**

يعني الله جي اطاعت لاءِ سرگرداني سان جاکوڙين پيا ست آسمان ۽ زمين ۽ انهن ۾ رهندڙ مخلوق، هن آيت مان ثابت ٿيو ته زمين کانسواءِ آسمانن ۾ به مخلوق آباد آهي. الله تعاليٰ منڍ قرآن ۾ پنهنجو تعارف ڪرايو آهي ته اهو رب العالمين آهي يعني جهانن جو پالڻ وارو ته زمين ۾ رهندڙ ۽ آباد مخلوق ته ٿي هڪ عالم يعني هڪ جهان" ته ست آسمان ٻيا پيا ست جهان، ست عالم، انهيءَ کان پوءِ رب سائينءَ پنهنجي رسول ۽ قرآن جو تعارف ڪرايو آهي "تبارک الذي نزل الفرقان علي عبده ليكون للعالمين نذيرا "(۲۵/۱) يعني قرآن ۽ رسول پنهي جي رينج، جورسڊيڪشن يعني رسالت لاءِ حدود اربع چارئي پاسا، سڀ جو سڀ جهان آهن، يعني قرآن ۽ رسالت صرف هن زمين واري جهان تائين محدود ڪانهي. سورت الحجر جي آيت ۸۷ ۾ جيڪو فرمان آهي ته ولقد آتيناک سبعامن المثاني والقرآن العظيم. يعني اي پيغمبر اسان توکي ستن گردش ڪندڙ ڪرن يعني جهانن ۽ عالمن مٿان رسول بنائي، ان لاءِ قرآن عطا ڪيو آهي. عام مفسر سبع مثاني جي معني، سورت فاتحه مراد وٺندا آهن، اها غلط آهي، اُهي اهو دليل ڏيندا آهن ته سورت فاتحه ستن آيتن واري سورت آهي ۽ نماز ۾ وري وري پڙهي ٿي وڃي، دهرائي ٿي وڃي، جڏهن ته سورت فاتحه ۾ ڇهه آيتون آهن، بسم الله الرحمان الرحيم کي سورت جي داخلي آيت تصور ڪرڻ، شمار ڪرڻ غلط آهي، ان لاءِ وٽن ڪوبه دليل ڪونهي" منهنجي هن گذارش جو مقصد هي آهي ته زمين کانسواءِ آسمانن ۾ به آباديون آهن رسول سائين کي مليل قرآن سين لاءِ بطور قانون مليل آهي، سائنسي ايجادن ۽ تخليقن سان آسمانن تي پهچ ازروءِ قرآن ممڪن شي آهي. ان جو ئي فرمان آهي ته واذالسماء كشطت (۸۱/۱۱) يعني جڏهن جو آسمان جا پردا هٽايا ويندا. ان تائين پهچڻ ۾ رڪاوٽون هٽايون وينديون.

●

# حضرت عيسيٰ عليہ السلام جو هيڪل جي ڏاڪڻين وٽ بيهي راهبن ۽ پوڄارين کي خطاب

اي رياڪار فقيهو ۽ فريسيو! توهان تي افسوس آهي جو اوهان هڪڙي مريد ناهڻ لاءِ خشڪي ۽ سامونڊي سفر ڪيو ٿا ۽ جڏهن اهو مريد بڻجي وڃي ته ان کي پاڻ کان وڌيڪ پيڻ تي دوزخي بڻائي ٿا ڇڏيو. اي واٽ ڏسڻ وارا انڌؤ! توهان تي افسوس آهي جو چئو ٿا ته جيڪو مقدس جو قسم کڻندو ته اها ڪا وڏي ڳالھ ناهي، باقي جيڪو مقدس جي سون جي قسم کڻندو ته ان کي ان جي پابندي ڪرڻي پوندي، اي بيوقوفو! ۽ انڌؤ! ڪير وڏو آهي، سون يا اهو مقدس، جنهن سون کي مان ڏنو؟

اي رياڪار فقيهو! ۽ فريسيو! توهان تي افسوس آهي جو ڦودني سونف ۽ جيري تي ته ڏهڪي ڏيو ٿا پر توهان ته ان کان به وڌيڪ وزندار ڳالهين يعني انصاف، رحم ۽ ايمان کي ڇڏي ڏنو آهي، اي واٽ ڏسڻ وارا انڌؤ! مڇر کي ته نڪيڙيو ٿا پر سڄو اٺ ڳڙڪائي ٿا وڃو.

اي رياڪار فقيهو ۽ فريسيو! توهان تي افسوس آهي جو توهان چوني جي پوچي ڪيل قبرن وانگر آهيو. جيڪي ٻاهران ته خوبصورت ڏسجن ٿيون پر اندر مئلن جي هڏين ۽ هر قسم جي نجاست کان ڀريل آهن، اهڙي نموني توهان به ظاهر ۾ ته ماڻهن کي سچار ڏيکاري ڏيو ٿا، پر اندر ۾ رياڪاري ۽ بي دينيءَ کان ڀريا پيا آهيو، اي نانگؤ! اي اروڙ بلائن جي اولاد! توهان جهنم جي سزا کان بچي نه سگهندؤ.

ڏسو! هي فقيھ ۽ فريسي، جيڪي موسيٰ جي گاديءَ تي ويٺا آهن، اهي جيڪي ڪجھ چون، اهو سڀ ڪيو ۽ مڃو! پر اهي جيڪي ڪجھ پاڻ ڪن، اهڙا ڪم اوهان نه ڪجو. اهي سڀ ڪم ماڻهن کي ڏيکارڻ لاءِ ڪندا آهن، اهي پنهنجيٰ لاءِ وڏا محل ٺاهيندا آهن، ۽ پنهنجي پوشاڪ جي ڪنارن کي موڪرو ڪندا آهن، دعوتن ۾ صدارتي جايون والارينداآهن ۽ عبادت خانن ۾ اعليٰ درجي جون مسندون ٺهرائيندا آهن ۽ بازارن ۾ ماڻهن جي سلامي ڏيڻ ۽ کين (ربي الله وارو) چوڻ تي خوش ٿيندا آهن.

(انجيل متي باب ٢٣ آيتون ٣٦-١)